# مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!

(شيخ اياز: هڪ اڀياس)

تاج جويو



تاج جويو
مان ورڻو هان مان ورڻو هان! (شيخ اياز هڪ اڀياس) 15 سنڌي اڪيڊمي

# مان وَرڻو هان، مان وَرڻو هانِ!

## (شيخ اياز: هڪ اڀياس)

**تاج جويو**



مارئي اڪيڊمي

سڪرنڊ / حيدرآباد، سنڌ

2000ع

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | مان ورٽو هان، مان ورٽو هان! |
| موضوع | : | شيخ اياز: هڪ اڀياس |
| ليکڪ | : | تاج جويو |
| پبلشر | : | سڪندر ملاح |
| ڪمپوزنگ | : | راڻو ميگهواڙ، سورج ڪمپيوٽرز، حيدرآباد، سنڌ |
| ڇپائيندڙ | : | مارئي اڪيڊمي، سڪرنڊ/ حيدرآباد، سنڌ |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | ڊسمبر 2000ع |
| قيمت | : | 70 روپيا |
| ڇپيندڙ | : | ميشرز پاڪيزه پرنٽرس، حيدرآباد، سنڌ |

لکپڙهه ۽ وي. پي لاءِ
مارئي اڪيڊمي
134- يتائي ٽائون، حيدرآباد، سنڌ

**تنوير عباسيءَ جي**

**نانءِ!**

**او تنويرَ! اسان وٽ آئين، خالي يادِ ڪٽي،**
**’شيام‘، ’اياز‘، ’اُستاد‘ سان توکي روح رهاڻ وٽيَ!**

**- تاج جويو**

# سِٽاءُ

# پيش لفظ

ميان! تُون تہ آجا نٿو، سِنڌيءَ ۾ سوچين،
پنهنجو پاڻُ ڪرين، روز پِيو ٿو ترجمو!

جيڪي سِنڌيءَ ۾، سو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪٿي!
اُردوءَ، هنديءَ ۾، تون آهين ڇڻ اوپرو.

جيڪا ٻولي تَجَ ُسان، تُنهنجي پيٽ پِئي!
سا تو ڪِيئن ڪَئي، اجڪلھ آهي اوپري!

پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ مِيان! جڏهين چوندين 'ماءُ'،
توکي اهڙو ساءُ، ڏيندِي ٻِي ٻولِي ڪٿي؟

ڪو جي چوي ايئن، "تنهنجي ماءُ مري وئي"،
۽ توکي ڳوڙها اَچن، اِهو ٻُڌڻ سِيئن،
ٻولِي تُنهنجي تِيئن، آهي اَمڙِ وانگيان!

- اياز

# مان ورٽو هان، مان ورٽو هان!

هيءَ جا لاٽَ لُڙاٽَ آ، هيءَ جا رَئِيءَ رَءَ،
مون کي مُور نہ پئہُ، مرٽو ناهي آدمي!

اياز نہ رڳو هن صديءَ جو وڏو شاعر هو، پر صدين جو شاعر هو. جيئن آڳاٽي صديون گذرڻ کان پوءِ بہ ڀٽائيءَ جي عظمت ۽ اهميت برقرار آهي، تيئن اياز ايندڙ صدين ۾ بہ زنده رهندو، ڇو تہ اياز ماضيءَ جو تسلسلُ، حال جو ترجمان، ۽ مستقبل جو رهبر شاعر آهي.

جديد سنڌ، سياست، ادب ۽ شاعريءَ جي ميدان ۾ ٽي وڏا Genious ۽ Legend پيدا ڪيا آهن: جي. ايم. سيد، محمد ابراهيم جويو ۽ شيخ اياز. جن نہ رڳو جديد سنڌ جي تشڪيل ڪئي، پر صدين جي جمود ۽ مانار کي ٽوڙي، زندگيءَ ۽ زندگيءَ جي علمن ۽ لطيف فنن ۾ وهڪرو ۽ تحرڪ پيدا ڪيو. هنن ڪاتارن جو پورهيو ۽ اٽت، تاريخ ڪڏهن بہ ضايع نہ ڪندي. هنن ٽنهي شخصن وٽ سنڌ جي پنجن هزارن سالن جي تاريخ جو گڏيل شعور آهي، جنهن کي ’سنڌ جو فڪر‘، ’سنڌ جو فلسفو‘ سڏي سگهجي ٿو، جيڪو شيخ اياز جي لفظن ۾ **’پٽ ڌٽيءَ کان سن جي سائينءَ‘** تائين پهچي، هڪ نظريي جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. اهو نظريو، اهو پيغام آهي:

**”اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقيءَ بني آدم.“**

اياز اُن فڪر ۽ نظريي جو وڏو شارح، مفسر ۽ مفڪر هو، جنهن پنهنجيءَ شاعريءَ ذريعي ويدن جي ويدانت ۽ سنڌ جي وحدت الوجودي فڪر جو هڪ اهڙو سهڻو سنگم جوڙيو، جو محبتن جي امين سرزمين سنڌ، دنيا جي گولي تي هڪ انوکي ۽ نرالي صورت ۾ نمودار ٿي بيٺي آهي:

ڪُجهہ شاهہ ڏني، ڪجهہ شيخ ڏني،
هن سنڌڙيءَ کي صُورت، لوڪو! (اياز)

شيخ اياز، سائين جي. ايم. سيد کي پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ ’سچو ڊيش ڀڳت، صوفي ۽ اڏو گابرو ساميوادي‘ سڏيو آهي، ۽ منهنجيءَ نظر ۾ خُود شيخ اياز جي سڃاڻپ بہ اها آهي، ۽ اُن صورت کان جيڪڏهن

ڪو ڪيس ڏار ڏسي ٿو تہ اهو غلطي ڪري ٿو.

تصوف ۽ ساميہ واد جي سنگم ۾ 'فڪر سنڌ' مان رچي ريٽو ٿيل هي شخصيتون، اڄوڪيءَ سنڌ جي سڃاڻپ آهن. سنڌ، سنڌ جي صوفين، سنڌ جي فلسفين ۽ سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن ۾ فڪري طور تي ڪڏهن بہ انتها پسندي نہ رهي آهي، پر امتزاج ۽ اعتدال، سنڌن شخصيتن جو خاصو رهيو آهي. سنڌ جي روح، جدلي ماديت کان وڌيڪ تاريخي ماديت کي قبول ڪيو آهي، تڏهن تہ سنڌ جي سدا سهڻي ڪهاڻيڪار ۽ ناول نويس گوبند مالهيءَ کان جڏهن ڪنهن پڇيو تہ "تون هڪ ئي وقت تصوف ۽ مارڪسزم کي ڪيئن ٿو قبولين؟" تہ هن وراڻيو هو تہ "مون مارڪسزم کي سنڌوءَ ۾ ٽٻي ڏياري آهي." سنڌ جي روح ۽ سنڌ جي مفڪرن، هر پاھرئين نظريي، ويندي مذهب کي، سنڌوءَ ۾ ٽٻي ڏياري، پنهنجي روايتن ۽ تهذيبي پسمنظر ۾ قبول ڪيو آهي.

سائين جي. ايم سيد، ڪميونسٽ دنيا جي 'خوني انقلابي' (Bloody revolution) جو مخالف ھو؛ محمد ابراهيم جويو، ايم. اين راءِ کان متاثر آهي، ۽ اياز تي بہ ايم. اين راءِ جو اثر آهي. هن ڪالهہ بہ سوشلزم کي سنڌوءَ ۾ ٽٻي ڏياري وحدت الوجودي فڪر جي پرچار ڪئي هئي ۽ آخري گهڙيءَ تائين بہ هو تصوف کي 'دنيا جي نجات جو واحد وسيلو' سمجهندو هو؛ ۽ اُن ڏس ۾ هو سائين جي. ايم. سيد سان سهمت هو، جيڪو Thesis ۽ Anti Thesis بدران Synthesis جو قائل هو. اهوئي سبب آهي جو جي. ايم. سيد هجي يا شيخ اياز- ٻئي نہ مذهبي مُلا تي سگهيا ۽ نہ Athiest (دهريا)- هي مذهبن جي روح ۽ وحدت جا قائل هئا، ٻئي 'پئنٿيزم' (Panthesism) جا پيروڪار هئا.

پريس ڪلب ڪراچيءَ ۾ اياز جي ياد ۾ منعقد ڪيل تقريب ۾ هڪ مقرر چيو هو تہ "اياز، آخري وقت ۾ آدرشن کان هٽي ويو هو." آءٌ سندس يا ٻين جي اِن راءِ سان اتفاق نہ ٿو ڪريان، ڇو تہ اياز جو آدرش ڪميونزم نہ هو، ۽ نہ اياز جو آدرش سوشلسٽ انقلاب هو؛ پر اياز جو آدرش سنڌ هئي، استحصال ۽ ٻانهپ کان آجي، آزاد ۽ خوبصورت سنڌ- جيڪا سنڌ، هن جي شاعريءَ ۾ ساهہ پساهہ ۾ رچيل هئي:

تـوکـي کـهـڙي کـل،
جـيءَ اڇـي نـہ جهـلَ،
مـون کـان سنڌُ نہ وِسـري!

---

مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!

جي. ايم. سيد ۽ شيخ اياز. 'سوشلسٽ طوطن' وانگر سنڌ کي 'سوشلزم جي ليبارٽري' بنائڻ نہ پئي چاهيو؛ پر هنن، هن اقتصادي نظريي جون سٺايون ۽ گڻ، استحصال کان آجيءَ سنڌ جي چُنيءَ ۾ ستارن جيئن ٽاڪڻ چاهيا ٿي!

آءٌ هتي واضح ڪرڻ چاهيان ٿو تہ جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ هنن هڪ ۽ مضمون لکي، اياز کي ٿاهيو يا Discover (پڌرو) ڪيو، سي بيوقوفن جي جنت ۾ رهن ٿا.

اياز جي فن ۽ فڪر تي سڀ کان وڏيڪ محمد ابراهيم جويي صاحب لکيو آهي، پر هُن ڪڏهن بہ اياز کي 'ٿاهڻ يا Discover ڪرڻ' جي دعويٰ نہ ڪئي آهي؛ بلڪ اياز جي شاعريءَ ۾ موجود فڪري سُونهن ۽ سگهہ؛ اياز جي شاعريءَ ۾ سمايل دائمي قدرن ۽ جمالياتي رُخن ۽ اياز جي شاعريءَ جي سنڌ دوست ۽ انسان دوست پهلوءَ کي اُجاگر ڪيو آهي؛ بلڪل ايئن، جيئن نامور نقاد سگن آهوجا، هن صديءَ جي پئي وڏي شاعر نارائڻ شيام جي شعر جي گڻن، خوبين ۽ حُسناڪين کي 'روشن ڇانورو' ڪتاب جي مهاڳ ۾ بيان ڪيو آهي؛ يا جهڙيءَ ريت ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي، سراج ميمڻ، مون ۽ ڪجهہ ٻين دوستن، هن صديءَ جي شاعراڻي ٽمورتيءَ جي ٽئين رَتن ۽ سنڌ جي وڏي شاعر اُستاد بخاريءَ جي فڪري، سنڌو دوست، انسانيت پرست ۽ زندگيءَ سان عشق پرستيءَ وارن رُخن تي قلم آرائي ڪئي آهي. اسان سنڌ وارن جي ڪيڏي نہ خوش بختي چئبي، جو اسان کي هن دور، عظيم شاعرن جي ٽمورتي ڏني آهي. واقعي اياز، شيام ۽ استاد، هن صديءَ جا وڏا شاعر ۽ اهڙي شاعراڻي ٽمورتي هئا، جهڙي ٽمورتي، تاريخ جي اڳئين دور شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي صورت ۾ سنڌ کي ڏني. اڳئينءَ ٽمورتيءَ جو سرواڻ شاهہ لطيف هو ۽ هن ٽمورتيءَ جو سرواڻ شيخ اياز آهي. مون کي اُن وقت ڏاڍو عجب لڳو، جڏهن سنڌ ميوزم حيدرآباد ۾، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، ڪلچر ڊپارٽمينٽ ۽ ٻين ادارن پاران شيخ اياز بابت سڏايل تعزيتي اجلاس ۾، مانواري دانشور رسول بخش پليجي صاحب، 'ساميءَ جي مهانتا' کي اهو چئي رد ڪيو تہ "آءٌ جويي (محمد ابراهيم) جي اِن ٽمورتيءَ: شاهہ، سچل، ساميءَ کي نہ ٿو مڃان، ڪٿي شاهہ ۽ ڪٿي سامي؟ هڪ هندوءَ کي مسلمان سان ڪيئن ٿي ڀيٽ ڏجي؟"

پليجو صاحب، خبر ناهي ڪڏهن کان سيڪيولر (Secular) مان بدلجي

---

*مان ورثو هان، مان ورثو هان!*

بنياد پرست (Fundamentalist) ٿيو آهي! هن صاحب ساڳئي هنڌ ۽ ساڳئي نقطهٔ نظر سان نارائڻ شيام جي حيثيت کي به مڃڻ کان انڪار ڪيو هو. آءٌ هتي هيءَ ڳالهه واضح ڪرڻ گهران ٿو ته ’شاهه، سچل ۽ ساميءَ‘ جي ٽمورتي، محمد ابراهيم جويي Create (تخليق) ڪئي يا ٺاهي نه آهي، پر اِها ٽمورتي تاريخ جوڙي آهي: جهڙيءَ ريت ويهين صديءَ، اياز، نارائڻ شيام ۽ استاد بخاريءَ جي ٽمورتي جوڙي ۽ ثابت ڪئي آهي. هن ڪهڪشان (Galaxy) ۾ ڪالهه به ٻيا حسين ستارا روحل، مُراد فقير، خليفو نبي بخش، بيدل، بيڪس، حمل فقير، خوش خير محمد، مصري شاهه، صوفي صادق، منٺار فقير ۽ محمد فقير موجود هئا، ۽ اڄ نياز همايوني، عبدالڪريم گدائي، هري دلگير، تنوير عباسي، شمشير الحيدري، ذوالفقار راشدي، ايم. ڪمل، راشد مورائي، عبدالحڪيم ارشد، ارجن حاسد، تاج بلوچ، سرڪش سنڌي ۽ ٻيا شاعريءَ جي اڇوڪي ڪهڪشان (Galaxy) جا چنڊ ۽ ستارا آهن، پر وقتَ هڪ ٽمورتيءَ کي جنم ڏنو آهي، جنهن کي ڪو به نقاد ۽ ٻرڪ ڏاهو ميٽي ۽ ريٽي نه ٿو سگهي.

سامي، ڪلهه جي ٽمورتيءَ جو روشن رتن هو، ۽ نارائڻ شيام اڄ جي ٽمورتيءَ جو جرڪندڙ ستارو آهي. سامي، ديش ڀڳت ۽ صوفي هو، ته شيام به ويدانتي ۽ ديش ڀڳت آهي. ٻنهي کي مذهب جي اڏيءَ تي اسان قربان نه ٿا ڪري سگهون. شيام ته ورهاڱي جي اڏيءَ جو اڳي ئي شهيد آهي:

الائي ڪهڙيءَ گهڙيءَ اُن مان شيامَ نڪتاسين،
وطن ورڻ ته ڇا، سرحد ڏسڻ نصيب نه ٿي!

اها حقيقت آهي ته ڪي ماڻهو ٻين لاءِ عقيدت، احترام ۽ محبتن جو خراج برداشت نه ڪري سگهندا آهن. جڏهن سندن اندر جي ٻوتل ۾ لِڪل ’شُهرت جو جِنُ‘ ٻاهر نڪري ايندو آهي ته هو جي. ايم. سيد جي لاڏائي کان پوءِ پنهنجون سالگرهون ملهارائڻ شروع ڪندا آهن؛ ۽ اياز جي ويجهڙي تي ڪيس Discover (پڌري) ڪرڻ جا سرٽيفڪيٽ جاري ڪندا آهن. احترام، محبتون ۽ عقيدتون، گهُرڻ سان نه ملنديون آهن. شُهرتون ۽ عظمتون by demand (گهُرڻ سان) نه، پر by command (اڳواٽيءَ سان) حاصل ٿينديون آهن:

وڏا طالع تن جا، جي مارڳ منجهه مرن!
(شاهه)

---

مان ورٽو هان، مان ورٽو هان!

مارگ منجهہ مري ڏيکاريو، قلب مان ڪينو ڪوري ڪيو، پين جو احترام سِکو، پين جي عظمت تسليم ڪريو، پنهنجيءَ علميت ۽ ڄاڻ جو ڏيکاءُ نہ ڪريو، ڇو تہ خالي گهڙو گهڻو وڄندو آهي ۽ ڀريل گهڙو پياسَن جي اُڃ اُجهائيندو آهي:

جنن سرَ ۾ اوپڙَ، اڄڪلهہ دانشورَ، ائين،
اُن ۾ اُوچا ٻڙَ، اُپري سگهندا ڪينڪي!

"اياز کي ٻَت نہ ٻڌايو ۽ اياز کي پيرُ نہ ٻڌايو" جا مشورا ڏيندڙ ڏاها ۽ دانشور، اسان کي جهلين ٿا تہ اياز جي وڇوڙي تي ڏک نہ ڪيوِ روئو نہ، ۽ ڳوڙها نہ ڳاڙيو، آءٌ هتي واضح ڪريان ٿو تہ مصنوعي روح ۽ اداڪاريءَ جا ماهر سنڌ ۾ گهٽا آهن؛ پر ڳالهہ اِها آهي تہ اياز اڃا لَحد ۾ ئي نہ لٿو هو: اڃا سندس خاڪي جسم ڪراچيءَ واري گهر ۾ رکيو هو؛ اڃا اِهو فيصلو نہ ٿيو هو تہ اياز جو آخري آرام گاهہ ڪٿي ڪجي؛ اُن وقت سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جي سرواڻن، بروقت حوصلي ۽ همت جو مظاهرو ڪري، 'سنگت گولڊن جوبلي' پروگرام کي 'تعزيتي اجلاس' ۾ تبديل ڪري ورتو هو، ۽ شايد دُنيا اندر اُهو منفرد مثال هو تہ ڪو شخص، ڪو وڏو انسانَ، ڪا تاريخي شخصيت، اڃا مٽيءَ ماءُ جي هنج حوالي ئي نہ ٿي هجي، سندس باري ۾ تعزيتي اجلاس ٿيو هجي. اهو تاريخ جو انوکو مثال هو ۽ منفرد ميڄا هئي تہ سنڌ جي دانشِ جو وڏو ميڙ، 5 سؤ اديبن، صحافين ۽ سڄاڻ ماڻهن جي اسيمبلي، اياز کي سلام (Tribute) پيش ڪري رهي هُئي. هر اک آلي، هر چهرو افسرده، هر نگاهہ منتظر، هر روح بيچين هو. پرهہ جا پکي تہ ڪڏهوڪو اياز کي سلامي ڏئي چُڪا هئا؛ راتِ بہ متس روئي چُڪي هئي؛ ڏينهن جي دامن وٽ اياز جو خاڪي جسم امانت هو، ۽ پنل اکين ۽ لرزندر چپن سان ڪيس خراج تحسين پيش ٿي رهيو هو. عطيہ دائود ۽ اياز گُلِ جا ڳلا پرجي آيا هئا؛ تنوير عباسيءَ جي نڙيءَ ۽ زبان مان لفظ نڪرڻ کان انڪار ڪري رهيا هئا؛ ۽ اهڙي افسرده ماحول ۾ جيڪڏهن جيجي زرينہ جو دردِيلو آواز گونجي تہ:

تو موڪلايان،
الوداع!
۽ ساز کي مضراب جي
سيني لڳايان،

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

الوداع!
مان آخري شعلي جيان
تو گيت ڳايان،
الوداع!
هُو اڳ ويا جي قافلا،
تن کان ٻہ اڳ ۾ تو وڃان،
پر تو وڃان کيڏانهن مان،
هي مُون نہ ڄاتو آ اڃان!
تي دُورِ جا سانجهي سڏي، اُن ۾ سمايان،
الوداع!
سَوَ دردَ ها، سَوَ ڏکَ ها،
پر زندگي پياري هئي؛
اڌ رات جو ٻيرن مٿان،
جا چاندني پياري هئي!
اڄ چنڊ ڏي آڪاس ۾،
تو وِک وڌايان،
الوداع!
جئن سانوڻيون پرجي وسن،
ٿر ٻر وسائي تو وڃان!
پر هي کُلهي تي کينرو،
کيسين وڃايان،
الوداع!
اي سنڌ توکي الوداع!
اي هِند توکي الوداع!
تو ۾ هُيو سارو جڳت،
اي جِند توکي الوداع!
- تہ اهڙي وقت، کهڙو کنور دل هوندو، جو رُوئندو نہ! ۽ جڏهن خُود ڳائيندڙ جيجي زرينہ جو ڳلو پرجي آيو تہ هال مان الائي کيترن ماڻهن کان اوڇنگارون نڪري ويون. اهي اوڇنگارون، اهي سڏڪا مصنوعي نہ هئا ۽ نہ ڪنهن ٻُت ۽ پير لاءِ هئا. اياز ڪالهہ بہ ٻُت نہ هو، نہ هُن جي 'ٻُت' بنجڻ

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

جي خواهش هئي ۽ نہ اڄ بہ بُت ٺهيو. اياز، ڪالهہ بہ متحرڪ شخص هو، ۽ اڄ بہ سنڌس شاعري سينا گرمائي ٿي، ۽ سچائي بہ اياز جو وجودَ اسان لاءِ متحرڪ ۽ زنده هوندو. اياز مرحوم نہ آهي، مُردو نہ آهي، اياز زنده آهي، زنده رهندو، بلڪ صدين تائين زنده رهندو.

اهڙي ماحول ۾ موقعي تي جيڪڏهن ڪو ڪيس Discover ڪرڻ ۽ ڳاهڻ جون دعوائون ڪري، ۽ سنڌس رُوح تي سنگ زني ڪري تہ ڏک ضرور ٿيندو؛ ۽ پوءِ ڪو ادريس جتوئيءَ ۽ نصير مرزا جهڙو دل جليو، اياز جي لحدَ ۾ لهڻ کان پوءِ، ڪنهن 'تعزيتي اجلاس' ۾ مٿئين روپي ڪي نِندي تہ اُن تي بِرٌ ٿيڻ ۽ اختلاف راءِ رکڻ ڪي 'نونشا هڻڻ' سڏڻ واري ڳالهہ، نِنڌڙي هجڻ ۽ برداشت نہ ڪرڻ واري عادت جو مظهر سڏبي. ميان ٿو اياز تنقيد کان بالاتر نہ آهي، اياز سان اختلاف راءِ رکڻ ڪو ڏوهہ نہ آهي؛ پر مٿس سنگ زني ڪرڻ- ۽ اُن اياز لاءِ اِهو چوڻ تہ 'ڪيس سنڌي زبان جو هڪ اکر بہ صحيح لکڻ نہ ٿو اچي'، جنهن اياز هن دور جي سنڌي زبان 'تخليق' ڪئي؛ وڏي زيادتي آهي. عظيم شاعرَ پنهنجي دور جي زبان تخليق ڪندا آهن. لطيف جي دور ۾ حڪمرانن جي دفتري زبان سنڌي نہ هئي، پر لطيف جي روح، دل ۽ عوام جي زبان سنڌي هئي؛ ۽ اهڙيءَ طرح اڄ بہ جڏهن سنڌي زبان 'صوبائي زبان' آهي، تہ اياز جي روح، دل ۽ عوام جي 'قومي زبان' سنڌي آهي. اياز، سنڌي زبان کي لطيف کان پوءِ اها جلا بخشي آهي؛ جيڪا ڪيس صدين تائين جرڪائڻ ۽ جيئري رکڻ لاءِ ڪافي آهي.

اسان اياز کي تہ آڳ 'بُت' ۽ 'پير' بڻايو هو ۽ نہ اڄ ئي ڪيس 'بُت' ۽ 'پير' بڻائڻ جو ارادو رکون ٿا. اها خواهش خود اياز جي بہ ڪانہ هئي؛ تڏهن تہ وصيت ڪري ويو هو تہ:

> اُتي اسر ويل جو، لوڏائي لامن،
> پکي اڏامن، اُتي مون کي پورجو!

۽ اهو بہ چئي ويو هو تہ:

> سوچئين ٿون مٿان مون مٿان مقبرو!
> چنڊ، تارا، ڪتيون،
> سج جون مشعلون،
> مون مٿان روز پرنديون پيون،
> هي خُدائي مجاور جيان،

---

مان ورثو هان، مان ورثو هان!

روز مون تي ڪندا سوجهرو!
سوچيئين تون مٿان مُون مٿان مقبرو.
روز مون تي شفق،
پڙ پائي زريءَ جا عقيدت جو اظهار مُون سان ڪندي،
ڏينهن جو روزُ سورج مُکيءَ سان پٺي زندگي جَرڪندي،
رات رابيلَ جا گُل نڇاور ڪندي،
ماڪَ سان تنهن مٽيءَ کي معطر ڪندي،
آءُ هوندس جتي!
تُون مٿان هن گنهگار کي ڪنهن وڏي پيرَ سان پيئين!
شاعري ريئين،
جنهن هزارين بُزرگيون مٿائي ڇڏيون
سچَ هينان ڪِکر جئن لَڪائي ڇڏيون،
سمنڊ ۾ ريت وانگر ڇُپائي ڇڏيون،
مشعلون سوَ جلائي ڇڏيون،
جي نہ ڪوئي اُجهائي سگهي،
۽ نہ طوفانُ
ڪوئي بہ تن کي وِسائي سگهي!

ايازَ سان اختلاف ڀلي رکو، اياز تي تنقيد ڀلي ڪريو، پر اُن جي ’ذات ڪي ڏنگ نہ هڻو‘. اياز، زندگيءَ ۾ ٿي سندس فڪري سگهہ جي دَز ڪي نہ پهچندڙ سازَ سڙين نقادن لاءِ چئي ويو هو تہ: ”ڪنهن چيو تہ هُن توتي تنقيد ڪئي آهي. مون پهاڙ ڏانهن ڏٺو، هڪ وڇون اُن کي ڏنگ هڻي رهيو هو.“ ايازَ، ادب جو پهاڙ هو، هو تاريخ جو بلند شخص هو، ڪنهن چواڻي: ”بلند پهاڙن جون چوٽيون ئي هڪبئي کي ڏسي سگهنديون آهن.“

سائين جي. ايم. سيد ۽ شيخ ايازَ، هڪ ئي مَٽَ مان مَڌُ پيتو هو. سنڌ جي پنجن هزارن سالن جي شعور مان سُرڪيون ڀريون هيون. لطيف ٻنهي جو رهبر هو. ٻنهي هڪبئي سان اختلاف بہ ڪيا، رُنا بہ، هڪ ڀيري ڪنهن جذباتي نوجوان، سائين جي. ايم. سيد آڏو شيخ اياز خلاف ڳالهائي، سائينءَ کي مخاطب ٿي چيو تہ ”ايازُ اوهان وٽ ڇو نہ ٿو اچي؟“ سائينءَ اکين ۾ ڳوڙها آڻي چيو هو:

”ڪا مُونهين ۾ وِڌ، نا تہ سڄڻ سباجهيندڙ گهڻا!“

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

اهڙا آهي عظمت، اها آهي ميجتا، تڏهن تہ چيو اٿن: 'The peaks of the high mountains see each other.' يعني 'بلند پهاڙن جون چوٽيون ئي هڪ ٻئي کي ڏسي سگهن ٿيون.' بلند شخص، مهان شخص، هڪٻئي جو احترام ايئن ڪندا آهن.

پر اياز جي زندگيءَ ۾ توڙي سندس زندگيءَ جي ڏوري ئٽي وڃڻ کان پوءِ واري ميجتا کان خائف شخصَ ئي اياز کي Discover ڪرڻ جون ڳالهيون ڪري سگهن ٿا. اُنهن لاءِ اياز ڇا چيو آهي؟ جيرت جهڙي ڳالهہ آهي، جديد ٻوليءَ ۾ اُن کي معجزو ئي سڏي سگهجي ٿو. اياز پنهنجي آخري ڇپيل ڪتاب 'ڪونجون ڪرڪن روهہ تي' ۾ ٻِنائيءَ جي ٻِٽ تان بيهيءَ، اهڙن نقادن کي چوي ٿو:

پـوءِ بہ چڙهـي پِـٽ تـي، پـريـان آءٌ ڪـهـڙا،
تـوڙي پَـٿـونـٿـڙا، ڏنـگِـن مـنـهـنـجـيءَ ذات کـي!

ڪراچي پريس ڪلب ۾ فهميده رياض کي مون چيو تہ "اياز بابت هڪ سِٽ ۾ تاثر لکو." هن لکيو تہ:

"هماري خوش نصيبي کہ همارے دور مين اياز تهے."

آءٌ سمجهان ٿو تہ اها وڏي ڳالهہ نہ آهي، پر وڏي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جي اها خوش نصيبي آهي، جو اسان شيخ اياز جي دور ۾ رهون ٿا. اياز پورو هڪ دور هو، شاعريءَ جو هڪ دور'Era of the poetry'. پر سندس شاعري، مختلف دورن تي، صدين تائين محيط رهندي.

گُونـجار ڪـنـدي جا مُون ڪـان پـوءِ،
تـنـهـن جندڙيءَ جو مـان جهـرٽـو هـان،
مـان وَرٽـو هـان، مـان ورٽـو هـا!
(اياز)

---

مان ورٽو هان، مان ورٽو هان!

# سنڌ جي تاريخ جو تت، اياز

سِنڌ جو مَهان شاعرُ شيخ اياز، ڪراڙَ ڪپَ تي پنهنجي مُرشد ۽ پيشرو، سدا حيات شاعرَ شاهہ لطيف جي آستاني تي آرامي آهي، جنهن جي آتاهہ نينهن- سنيهہ ۽ اپياسَ، سندس ذات کي ڌهوڙو ڪري ڇڏيو هو؛ جنهن جو اظهارُ اياز، اِجهو هيئن ڪيو آهي:

پرسان تُنهنجي پِٽَ ڏٺي، جهلي بينس جهولَ،
ڏٺِشي ٻہ تي ٻولَ، سخِي منهنجي ساهہ کي.

ڪٿا ڪنيمر ڪيچَ مان، ڪِليا تُنهنجا ڪيتَ،
مون وٽ مٽڙئي ٻيتَ، تو وٽ آهن آيتون!

وڙئي چوريان چَنگُ، صدا ڪَريان سنڌ ۾،
ڪُوتنهي اِج ڪَلامَ ۾، سُرَ جو سرَ سان سَنگُ،
پرَيان آءُ اَمنگ، ڪريان لات لطيف جي!

آءُ پيتائي؛ آءُ، تُنهنجي ڪُهڙَ، منهنجون اکيون!
ڏسُ مون تنهنجو ڪينرو، پوريو ناهي پاءُ؛
سَاگيو جُوڳَ جڙاءُ، ساڳيا سڏڙا سازَ جا!

توکي ساري سنڌڙي، ساري پِٽَ ڏٺي،
مُوز ته تيندي مارئي، ٻي ڪا مٽاءِ جُٽي،
تُنهنجي پِيرپٽي، ڏاتَ سُتموري ڏيهہ جي!

ڪهڙي ڪُنير جوڙيو، مِٽيءَ بنا تانءُ؟
آئي تنهنجيءَ ٻاجهہ سان، ميان! منهنجو نانءُ،
ڪُٿي هُجان آنءُ، جي نہ هُجين تون جُوءِ ۾!

---

مان ورٽو هان، مان ورٽو هان!

اياز کي پنائيءَ سان بيحد ۽ بي انتها عشق هو. سنڌس نظم توڙي نثر جي ڪيترن ڪتابن جا نالا/ سرا، شاهه جي بيتن تان کنيل آهن. جهڙوڪ: 'پونر پري آڪاس'، 'ڪلهي پاتم ڪينرو'، 'وڄون وسڻ آئيون'، 'ڪي جو ٻيجل ٻوليو'، 'ڪپر ٿو ڪن ڪري'، 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي'، 'جهڙ نيٺان نه لهي'، 'اُڀر چنڊ پسُ پرين'، 'هينئڙو ڏاڙهون گل جئن'، 'ڪتين ڪر موڙيا جڏهن'، 'لڙيو سج لڪن ۾'، 'تون چپر تون ڇانو'، 'ڪونجون ڪرڪن روهه تي'، وغيره- جنهن لاءِ هن جو چوڻ هو ته: "مون کي پنائيءَ سان ايتري عقيدت آهي، جو هر ڪتاب جو عنوان، هن جي ڪلام مان ڪڻڻ چاهيان ٿو. مون کي هميشه ائين لڳو آهي ته اهو عنوان جڻ منهنجي ڪتاب جي سرورق تي پنائيءَ جو هٿ آهي، جو هُن، اُن جي مٿي تي رکيو آهي ۽ اُن کي دُعا ڪري رهيو آهي."

اِهو پاڇهه جو هٿ نه رڳو اياز جي ڪتابن جي سرورقن تي موجود رهيو آهي، پر خود اياز جي سِر تي پڻ سڄي ڄمار موجود رهيو جنهن جو ثبوت اهو آهي ته اياز جو ڪو اهڙو ڪتاب نه آهي، جنهن ۾ ڪنهن نه ڪنهن روپ يا صورت ۾ پنائيءَ جو ذڪر نه هجي. پنائي هن کي ساهه کان ويجهو ۽ 'رگِ گردن کان به نزديڪ' هو- ۽ اهو پاڇهه جو هٿ، اياز تي سندس وفات کان پوءِ به قائم رهيو جو هُو 'پنائيءَ پاٽيءَ' آرامي آهي، اها هن جي مَن جي منشا ۽ روح جي تمنا هئي، جنهن جو ذڪر سندس لازوال شاعريءَ ۾ هنڌ هنڌ موجود آهي. سچ پچ اياز جي آتما کي جيڪو آنند، لطيف سائينءَ جي شاعريءَ جي مطالعي مان زندگيءَ ۾ مليو هو ۽ جيڪا خوشي کيس پنائيءَ جي پوڻ تي پهچي رسندي هئي- يقيني طور 29 ڊسمبر 1997ع جو ڏينهن سندس روح لاءِ ابدي آرام جو ڏينهن ثابت ٿيو هوندو، جو اُن پنائيءَ جي پوڻ ۾ دفن ٿي اَمرتا پاتي هئي:

تُنهنجيءَ مٽيءَ منجهه مِلان جي، آءُ اَمرتا پايان!
سنڌ ديس جي ڌرتي، توتي پنهنجو سيس نمايان،
مٿــــي مــاٿــي لايـان!

اهڙي لوءِ نه ڪا هُئي، جهڙي پنهنجي لوءِ،
اوءِ، پنائي اوءِ، مُون ساري دُنيا گهُمي!

---
*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

هر ڪنهن وڻ جي ٿي وڃي، ڌرتيءَ ۾ ئي جَڙَ،
ساڳيءَ ڌرتيءَ وڙَ، توسان مون سان پٽَ ڌٽيءَ!

سنڌ ڌرتي، ڀٽائيءَ جي ٻه ماءُ هئي ۽ اياز جي ٻه امڙ آهي، ۽ ٻئي مُرشد ۽ مُريدَ، ساڳيءَ ڌرتيءَ ۾ دفن آهن، ۽ سندن جڙون ساڳيءَ مٽيءَ ۾ موجود آهن، جنهن مٽيءَ جي ڪِهہَ ۾ پنبٽيون ڪولي، اياز پنهنجو 'ڳجهہ' ڳولي ورتو آهي:

آڻ پٽيءَ تي پَنهنجون پنبٽيون، ڪهَ ۾ اڪڙيون ڪول،
پٽَ ڌٽيءَ جي پرسان ويهي، پنهنجي ڳُجهہَ ڪي ڳول.

اسان جي ڪُجهہ ماناڻن اديبن کي ڀٽائيءَ جي دامن ۾ اياز جي دفن ٿيڻ تي اعتراض آهي. هنن مان ڪنهن جو چوڻ آهي تہ "لطيفَ، ادب ۽ شاعريءَ جي ايڏي ڇپ آهي، جنهن جي هيٺان اچي اياز ڇپجِي نہ وڃي." ڪنهن چيو آهي تہ "اسان مُئي پڇاڙان شيخ اياز کي ڪنهن جي بيساکين جي سهاري نٿا هلائڻ چاهيون ۽ نہ کي سندس ادبي قد ۽ قامت ايڏو ننڍو آهي، جو ڪيس ڪنهن وڏي شاعر وٽ هلي پناهہ وٺرايون." ڪنهن اَياز جي دوست هجڻ جو دعويدار ٿيندي، اخبارن کي خط لکيا آهن تہ "اياز جي ڀٽ.شاهہ تي تدفين امانت طور سمجهي وڃي ۽ بعد ۾ کيس مان مرتبي سان شڪارپور ۾ دفنائڻ جو بندوبست ڪيو وڃي-" تہ هڪ دوست اِن راءِ جو هو تہ: 'اياز کي ڪراچيءَ ۾ عبدالله شاهہ غازيءَ جي پرسان (سمنڊ ڪناري) دفنايو وڃي ها، جو تہ هنن اياز جي مرتئي کان پوءِ سندس الڳ مقام ڏسڻ چاهيو ٿي ۽ آياز جي سهاري ڪراچيءَ ۾ وڏا ميڙاڪا مچائڻ ٿي گهريا. هنن جي نظر ۾ ائين ڪرڻ سان اهو فائدو ٿئي ها تہ گهٽا سنڌي ڪراچيءَ لڏي اچي رهن ها. اياز جي مرتئي کان پوءِ سندن دلين ۾ اياز جي سندس زندگيءَ ۾ تيار ڪيل تصوير جي اُبتڙ هڪ انوکي تصوير هجي ها، جنهن جي ڪراچيءَ ۾ رهندڙ سنڌين کي اشد ضرورت هئي.' اهڙيءَ طرح اياز جي ڳوٺائي اديبن مان وري اڪثر جو اِهو خيال هو تہ 'اياز کي سندس خواهش موجب جنم پومي شڪارپور ۾ پنهنجي پيڻ جي پرسان الف شاهہ جي قبرستان ۾ دفنايو وڃي ها!'

مٿين خيالن ظاهر ڪندڙن سمورن عزت ماب اديبن ۽ ادب دوستن جي خدمت ۾ با ادب عرض آهي تہ هو اِهو ٻُڌائين تہ ڇا پٽ ڌٽيءَ جي ياڳوند پونءِ مان اياز جي مڙهہ کي بيدخل ڪرائي، هُو اياز جي عزت افزائي ڪري رهيا آهن، يا ڀٽائيءَ جي بيعزتي؟ جنهن ڀٽائيءَ لاءِ اياز انتهائي عقيدت مان

---

*مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!*

چيو آهي تہ:

"تون پارس، آءٌ لوھہ، سچين تہ سُونَ ٿيان."

تُنھنجيءَ جُتيءَ جي مٽي- شيخ اياز.

(انتساب: "ڪونجون ڪَرڪن روھہ تي")

❑ "مانٰ پٽائيءَ جي پيرن جي خاڪِ. جي ڀٽائي نہ هُجي ها منهنجي شاعري وجود ۾ ڪيئن اچي ها!"

("ڪٿي نہ پڄبو ٽڪ مسافر"- پير علي محمد راشديءَ کي جواب)

جيستائين اِهو سوال آهي تہ ڪيرُ ڪنهن جي بيساکين تي بيٺل آهي تہ آءٌ اِن چوڻ ۾ ڪنهن بہ وڏاءَ کان ڪم نہ ٿو وٺان تہ ڀٽائيءَ کان پوءِ واري سموري سنڌي شاعري، ڀٽائيءَ جي بيساکيءَ تي ائين بيٺل آهي، جيئن اچوڪي سڄي سنڌي شاعري، اياز جي بيساکيءَ تي بيٺل آهي. هر پيشرو، ايندڙ لاءِ راھہ گهڙيندو آهي، ۽ اُن ڦلن واسيئين واٽ تان هلي، هر شاعرُ پنهنجو لهجو، ڏڪشن ۽ انفرادي ڍنگ اختيار ڪري، پنهنجو مقام ماڻيندو آهي. منهنجيءَ اِن راءِ سان اختلاف رکڻ جو هر ڪنهن کي حَقُ آهي، ۽ خُود اياز جي فڪر ۽ خيالن سان اختلاف رکڻ جو بہ هر ڪنهن کي حق آهي؛ پر دوست 'انب گوپانگ' جي لفظن ۾ "اسان اِهو ڪنهن کي بہ حقُ نہ ڏينداسون تہ اياز کي ڀٽائيءَ جي پاڪرَ کان ڌار ڪرڻ لاءِ جهُمريون هنيون وڃن." جنهن اَزل ۽ ابد جي وسعتن کان ڪُشادي پاڪر لاءِ اياز سِڪندو هو:

مُون سان مُنهنجي پاڪرين، پيهر پٽائي!

آئي ڙي آئي، مون گهر باک بسنتَ جي!

جيڪي اديب دوستَ، ڪراچيءَ جي 75 لک آباديءَ واري شهر ۾، چاليهہ لک سنڌين جي موجودگيءَ ۾، وسيلن، سوارين ۽ ٽيليفون جي سهوليتن هوندي، شيخ اياز جي ٽڏي تي 27 ڪلاڪن تائين 27 سوڳوار گڏَ نہ ڪري سگهيا، اُهي اِج کهڙي مُنهن سان اِها دعوئي ڪن ٿا تہ اياز کي ڀٽائيءَ جي پاڪر مان ڪڍيو وڃي. ڪراڙ ڪنڌيءَ تي تدفين وقت پهچندڙ اڪثر اديب ۽ ادب دوست، بي وسيلا ۽ بي سواريءَ هئا، ۽ انهن ۾ بہ وڏو تعداد انهن نوجوانن اديبن جو هو، جن نہ رڳو اياز کي سِٽ سِٽ ڪري پڙهيو هو، پر اياز سان پيار بہ ڪيو هو. هڪ سوال ٿو اُٿي تہ ڪراچيءَ جو ڪو اديب اهو انگ ٻڌائي سگهندو تہ ڪراچيءَ واري ٽڏي تي پهتل 27 اديبن مان (جن مان بہ محمد ابراهيم جويو، محمد قاسم ٻگهيو، محبوب شيخ، حسن درس،

---

مان ورتو هان، مان ورتو هان!

غلام رباني آگرو، مرشد شيخ، قاضي منظر حيات- حيدرآباد، ڄامشوري ۾ رتيديري مان پهتا هئا)، ڪيترا اديب پٽ شاهه ۾ اياز جي ڪفن دفن وارين رسمن ۾ شريڪ ٿي سگهيا هئا؟ عطيه دائود، تاجل بيوس، قمر شهباز، رکيل مورائي، نور احمد ميمڻ، غفار تبسم، سميع بلوچ، خُدا بخش ابڙي، رمضان نول، مخدوم بلاول، بيدل مسرور، ستار پيرزادي، ستار پٿيءَ، ناصر مورائيءَ، حبيب الله پٿي، سلطانه وقاصيءَ، نرگس لطيف ۽ هڪ ٻن ٻين اديبن کان سواءِ ڪراچيءَ جا ٻيا ڪهڙا اديبَ، ڪراڙ ڪنڊيءَ اچي اياز جا ڪلهي ڪانڌي ٿيا هئا؟

28 ڊسمبر 1997ع تي ڏينهن جو ريڊيو پاڪستان ۽ رات جو بي. بي. سي ۽ پي. ٽي وي حي خبرن وارن اطلاعن ۽ 29 ڊسمبر جي صبح جي اخبارن ۾ ڇپيل خبرن کان سواءِ، ڪراچيءَ جا اديب دوستَ، دل تي هٿ رکي ٻڌائي سگهندا ته هنن مان هرهڪ رڳو سينڌ جي 15 اديبن کي به اياز جي لاڏاڻي جو اطلاع ڏنو هو؟ جي نه، ته پوءِ اهو روڳو ۽ ماتم بند ٿيڻ گهرجي ته اياز جي مان ۽ مهانتا وڌان اديبَ ۽ عام ماڻهو پٽ شاهه ۾ نه پهتا هئا. اهو ته اياز جي اديبي پورهيي/ ڪمائيءَ جو ڪرشمو هو، جو حيدرآباد ۾ سنڌي اديبي سنگت سنڌ جي ’گولڊن جوبلي ڪانفرنس‘ ’تعزيتي اجلاس‘ ۾ تبديل ٿي، ڪيس خراج تحسين ۽ سلام (Tribute) پيش ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي هئي. آءُ پڇڻ گهران ٿو ته ڇا اها حقيقت نه آهي ته خود ڪراچيءَ جا ڪيترا اديب دوستَ، ’سنگت گولڊن جوبلي ڪانفرنس 1997ع‘ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ آيا هئا ۽ ڪن ميٽار مرزا آڊيٽوريم حيدرآباد ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي آفيس ۾ اچي، اياز جي لاڏاڻي جو پتو پيو هوا شمشير الحيدري، عطيه دائود، سميع بلوچ، سلطانه وقاصي، بيدل مسرور، ستار پيرزادو ۽ نصرت ابڙو اُن جا مثال آهن. نصرت ابڙي، هلال پاڪستان اخبار ۾ پنهنجي ڪالم ۾ اُن جو ذڪر هيئن ڪيو آهي: ”پناڻ ڪالونيءَ تان رڪشا ۾ چڙهي (ممتاز مرزا) آڊيٽوريم پهتاسون، لهڻ سان بيدل چيو نصرت! خبر ته آهي، لڳي ٿو پروگرام پوسٽ پون ٿيو آهي. اڳتي وڌياسين ته ستار پيرزادو، سميع بلوچ ۽ ڪجهه ٻيا دوست مليا. وڏي خاموشيءَ ۾ ڏک جي لفظن ۾ ٻڌايون ته اڄ اياز گذاري ويو، پروگرام ٿيندو، پر ’تعزيتي اجلاس‘ جي صورت ۾.“

– (هلال پاڪستان: 4 جنوري 1998ع)

28 ڊسمبر 1997ع تي صبح جو پڙهه ويلي اياز لاڏاڻو ڪيو هو ۽ اُن

ڏينهن جي ڪنهن بہ اخبار ۾ اها خبر ڇپجي نہ سگهي هئي. اُن ۾ اديبن، اخبارن ۽ عام ماڻهن جو ڪهڙو ڏوهہ؟ 29 ڊسمبر وارين ڪيترين اخبارن تہ صبح جو 7، 8 ۽ 9 بجي تائين تہ پنهنجي پَرِ ۾ اياز کي ڀٽ شاهہ ۾ دفن بہ ڪرائي ڇڏيو هو، رڳو هڪڙيءَ اخبار 'عبرت' ۾ ٿي اياز جي هڪ بجي ڀٽ شاهہ ۾ تدفين ٿيڻ جي اطلاع واري خبر شايع ٿي هئي، صحيح معنيٰ ۾ ڪنهن بہ اخبار تنوڙي اديب کي تدفين جي صحيح وقت جو اطلاع نہ هو- 29 ڊسمبر 1997ع جي صُبح جو 7 وڳي، ڪراچيءَ مان شيخ اياز جي گهران محمد ابراهيم جوئي، مون کي حميد سنڌيءَ معرفت اطلاع ڏنو هو تہ اياز جو قافلو صبح جو ساڍي ستين وڳي نڪرندو. اُن ڪري حيدرآباد ٽول پلازا يا ڀٽائي نگر بائي پاس وٽ ڳائيڊ- گاڏي بيهاري وڃي، جيئن قافلي جي رهنمائي ٿي سگهي. اها خبر پوندي ئي مون، نصير مرزا کي ريڊيو اسٽيشن حيدرآباد تي فون ڪئي تہ ريڊيو تان اعلان ڪري تہ شيخ اياز کي 12 وڳي ڏينهن جو ڀٽ شاهہ ۾ مٽيءَ ماءُ جي حوالي ڪيو ويندو. گائيڊ- گاڏيءَ جي بندوبست لاءِ بہ نصير مرزا کي چيو هئم، جنهن احمد سولنگيءَ ۽ بيدل مسرور سان گڏجي، اهو بندوبست ڪيو هو- ۽ نصير مرزا سان پڪ ڪري، آءٌ ڀٽ شاهہ تدفين جي انتظامن لاءِ هليو آيس. جتي ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ، ظفر ڪاظميءَ، سيٺ گاگنداس ۽ آزاد انور ڪانڌڙي سان گڏجي، اسان اياز جي جنازي نماز ۽ تدفين جا تڙ تڪڙ ۾ انتظام ڪري ورتا هئا. ان سڄيءَ صورتحال کي اڳيان رکي، جيڪڏهن ريڊيو ۽ اخباري اطلاعن تي ست سؤ کن اديب ۽ ادب دوست ڀٽ شاهہ پهچن ٿا تہ اها ڪا معمولي ڳالهہ نہ آهي؛ ڇو تہ هڪ ڏينهن اڳ حيدرآباد واري تعزيتي اجلاس هلندي، آءٌ، ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ ظفر ڪاظمي، ڀٽ شاهہ ۾ اياز جي قبر جي جاءِ جي انتخاب ۽ تياريءَ لاءِ روانا ٿي ويا هئاسون، ۽ ٻين دوستن جو ڪراچيءَ وارن سان ڪو رابطو نہ رهيو هو؛ جنهن ڪري تعزيتي اجلاس ۾ موجود دوستن کي ٻئي ڏينهن اياز جي تدفين جي صحيح وقت جي خبر پئجي نہ سگهي هئي.

اسان جي ڪجهہ ڪالم نگارن، اياز جي تدفين وقت عام ماڻهن ۽ اديبن جي وڏي تعداد ۾ شرڪت نہ ڪرڻ تي 'سنڌي قوم جي بيحسيءَ' جو روئڻو رُنو آهي، ۽ لکيو آهي تہ "ڪيڏي نہ ڏک جي ڳالهہ آهي جو اياز جي آخري رسمن ۾ صرف بہ سؤ اديب ۽ عام ماڻهو شريڪ ٿيا." جڏهن تہ اها گهٽ تعداد واري رپورٽنگ غلط بيانيءَ تي ٻڌل آهي. ڪن وري اياز جي تدفين جي

سائين جي. ايم. سيد جي تدفين سان پيٽ ڪندي لکيو آهي تہ ”سائين جي. ايم. سيد جي تدفين ۾ هزارين ماڻهو شريڪ ٿي سگهن ٿا تہ اياز جي تدفين وقت ڇو نہ شريڪ ٿيا؟“ وغيره- اِن ڏس ۾ رڪارڊ جي درستيءَ لاءِ عرض آهي تہ سائين جي. ايم. سيد بہ آياز وانگر، 25 اپريل 1995ع تي پرهہ ويلي ئي دم ڏنو هو، پر اُنهيءَ ڏينهن جي ڪيترين اخبارن سائين جي. ايم. سيد تي ايڊيشن بہ ڪيڍي ورتا هئا. ان ڪان سواءِ سائين جي. ايم. سيد لاڳيتو 39 ڏينهن، بيهوشيءَ جي حالت ۾ موت سان ويڙهاند ڪئي هئي ۽ سندن وفات ڪهڙي بہ وقت متوقع هئي؛ جنهن لاءِ خاندان ۽ سائين جي. ايم. سيد جا پرستار ذهني طرح تيار هئا. تنهن ڪان سواءِ، جناح اسپتال ڪراچيءَ ۾ سائين جي. ايم. سيد جي خاندان جا ڀاتي ۽ سوين قومي ڪارڪن هر وَقت موجود رهندا هئا؛ اُن ڪري سائين جي. ايم. سيد جي وفات جي خبر ’جهَنگ جي باهہ‘ وانگر سڄيءَ سنڌ ۾ فونن، اخبارن ۽ ميڊيا ذريعي پهچي وئي هئي. عالمي ميڊيا بہ بروقت هن عظيم سانحي کي هوا جي لهرن تي سڄيءَ دُنيا اندر پکيڙي ڇڏيو هو. ان ڪان سواءِ ساڳيءَ تاريخ تي جيئن ئي سائين جي. ايم. سيد جو قافلو سن لاءِ روانو ٿيو هو تہ ڄامشوري ۽ حيدرآباد مان عام ماڻهن، يونيورسٽيءَ جي شاگردن ۽ صحافين جو هڪ وڏو تعداد قافلي سان شامل ٿي ويو هو ۽ سڄي رات 26 اپريل جي صبح تائين هزارين ماڻهو سن پهچندا رهيا هئا. ٻئي طرف اياز جي معاملي ۾ صورتحال بنهہ مختلف هئي. سندس بيماريءَ ۽ اسپتال داخل ٿيڻ جي سنڌ ۾ ڪنهن کي بہ ڄاڻ نہ هئي ۽ نہ ئي اهڙيءَ ڪا خبر اخبارن ۾ شايع ٿي هئي. جن دوستن کي اياز جي اسپتال داخل ٿيڻ جي ڄاڻ هئي، تن کي بہ اِهو پتو نہ هو تہ ڪو اياز جي حالت ايتري سيريس آهي. اسان جي پياري دوست تاجل بيوس هڪ ڪالم ۾ لکيو آهي تہ: ”جنهن رات اياز کي مڊ ايسٽ اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو، اُن رات بہ مون فون ڪري آياز جي خيريت معلوم ڪئي هئي، پر هُو پر واري ڪمري ۾ ليٽيو پيو هو، جنهن ڪي مون بي آرام ڪرڻ نہ ٿي چاهيو. ان رات مون وٽ علي بابا بہ ترسيل هو. ٻن منٽن اندر اياز جو فون آيو تہ ”تاجل! ڪڪيءَ مون کي نہ ٻڌايو تہ ڪو تنهنجو فون آهي.“ علي بابا بہ اياز کان ڇڱيلائي معلوم ڪئي، جنهن تي اياز ڏاڍو خوش پئي ٿيو. ڪهڙي خبر تہ اياز سان اِها اسان جي آخري گفتگو هئي.“

آياز جي وفات مڊ ايسٽ اسپتال ڪراچيءَ ۾ ٿي هئي، جتي وفات وقت

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

وٽس کو تيماردار بہ موجود نہ هو. اياز جو هڪ فرزند ڊاڪٽر سليم شيخ لاهور هو؛ ٻيو پٽ انيس جدي ۾ هو؛ ٽيون پٽ مونس شڪارپور هو ۽ چوٿون پٽ سرمد ڪراچيءَ ۾ (پر پيءُ کان ڌار رهندڙ)- اياز جي ويچاري وَني زرينا تہ اياز جي وڇوڙي جي ڇاڻ پوندي ئي بيحال ٿي وئي هوندي، پوءِ بہ اُها ويچاري وڌ ۾ وڌ محمد ابراهيم جويي، جمال ابڙي، يا اياز جي هڪ ٻن دوستن کي ئي فون تي اطلاع ڏئي سگهي هوندي. اِن صورتحال ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ اطلاع پهچائي تہ آخر ڪير؟ اُن ڪري، اياز جي جناري واري جلوس ۾ ڪارن ۽ گاڏين جي وڏي لائن جي عدم موجودگي ۽ تدفين جي رسمن ۾ سڄيءَ سنڌ جي اُٿلي نہ پوڻ واريون ڳالهيون ۽ شڪايتون اجايون ۽ معمولي آهن. هُونئن بہ اُن سان ڀلا اياز جي عظمت ۽ مهانتا ۾ ڪهڙو فرق ٿو پوي تہ سندس تدفين وقت ڪيترا ماڻهو موجود هئا! بهرحال اياز جي آخري سفر ۾ جيڪي بہ اديب ۽ عام ماڻهو شريڪ ٿيا هئا، تن سڀني جون اکيون آليون ۽ دِليون آڏ ٿيل هيون. سمورن جا جيءَ جهُريل ۽ چهرا اُداس هئا. تنوير عباسي تہ دوست جي وڇوڙي جو صدمو سهي نہ سگهيو هو ۽ تدفين کان ٿرت پوءِ تنوير جي طبيعت خراب ڏسي، اياز گل ۽ ادل سومرو ساڻس گڏ خيرپور هليا ويا هئا، ۽ پوءِ خبر پئي تہ تنوير کي دل جي تڪليف ٿي پئي هئي.

اياز زندگيءَ ۾ بہ ميتا جون بلنديون ماڻيون هيون ۽ وفات کان پوءِ ڪيس جيڪا ميتا ۽ جيڪي محبتون مليون آهن، سي هر ڪنهن کي ملڻ مشڪل آهن. سائين جي. ايم. سيد، اُستاد بخاريءَ ۽ اياز کي سنڌ محبتن جي معراج تي پُڄائي ڇڏيو آهي. سندن پيار جي پورهئي ۽ سنڌ سان اٿوڻ اُنسيت ۽ لاڳاپي، کين اُها محبت، شهرت ۽ عظمت بخشي آهي، جنهن جو مثال نہ ٿو ملي.

اياز زندگيءَ جا پويان ڪجهہ سال ڪراچيءَ ۾ گذاريا. آءٌ مونس اياز جي اِن ڳالهہ سان سؤ سيڪڙو سهمت آهيان تہ "اياز، پوين سالن ۾ ڪراچيءَ ۾ پرنس ڪامپليڪس جي فليٽ جي ٻوساٽيل ماحول کان تنگ ٿي پيو هو." ڪراچي، اياز جي جوانيءَ ۽ پڇاڙيءَ وارو شهر، اياز جي آزاد مَن لاءِ گهُٽ ۽ ٻوسٽ جو احساس بنجي ويو هو؛ جو تہ ڪراچي روشنين جو شهر هوندي بہ اندر جي اونداهين، منافقتن ۽ انساني رت جي ارزانيءَ جو شهر بنجي چڪو هو. اياز، ڪراچيءَ ۾ 'سمنڊ، پنهنجي پاءُ' سان ملڻ آيو هو، جو تہ ڪيس سمنڊ سان پيار هو ۽ سمنڊ جي ڇولين کي پنهنجي فوج سمجهندو هو.

سمنڊ ڪيس وڻندو هو. هو شاعر هو، سو به فطرت جو شاعر. هڪ سمي سنڌس سيني ۾ سمنڊ ڪناري دفن ٿيڻ جي خواهش به جاڳي هئي. پنهنجي ڪتاب ’ڪتي نه پهچبو ٿڪ مسافر‘ ياڳي ٻئين ۾ اياز لکي ٿو: ”مون ’برسات‘ ۾ پنهنجي هڪ ڪالم ۾ لکيو هو ته ”منهنجي اندر جا مانسروور آهي، ان مان هڪ ندي به پوري نه وهي آهي. مون کي پنهنجي ڪم کي پورو ڪرڻ لاءِ هڪ سؤ سال ٻيا به گهرجن. پر عمر دراز جي تمنا جي باوجود، جي مان اڳ ۾ مري وڃان ته مون کي ڪلفٽن تي ٻهاڙيءَ تي پوريو وڃي، سمنڊ جي سامهون، جو منهنجو پياءُ آهي. پر پاڪستان جي ڪنهن به سرڪار ۾ مون کي اميد نه آهي.“

اياز کي اها پڪ هئي ته پاڪستاني حڪمرانن ۾ ايتري همت ئي ڪانه هئي، جو اهي ڪيس ڪلفٽن جي ٻهاڙيءَ/ وڏن ماڻهن جي وسنديءَ ۾ دفن ٿيڻ جي اجازت ڏين ها؛ اُن ڪري هن پنهنجيءَ ان شاعراڻي خواهش ٿان آخري وقت ۾ هٿ ڪڍي ڇڏيو هو. اها حقيقت آهي ته ڪراچيءَ ۾ اياز جي دلچسپيءَ جو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ سمنڊ هو، پر جڏهن ڪراچيءَ جون بلند و بالا عمارتون، سستي انساني رت جي سمنڊ ۾ ٻڏڻ لڳيون هيون، ته اياز جو من منجهڻ لڳو هو ۽ انساني تشدد ذريعي پيدا ٿيل ’ماحولياتي گدلاڻ‘ سبب ڪيس اندر ۾ گهٽ ۽ ٻوسٽ محسوس ٿيڻ لڳي هئي؛ جو ته اتان ماڻهپو ۽ مريادا ختم ٿي وئي هئي، اتي سنڌ جي فطري سونهن جو نام و نشان نه هو، ان حد تائين جو ڪراچيءَ ۾ تارن ڀري رات ۽ نيل گگن جو تصور ئي گم هو، جنهن جو اظهار نظم توڙي نثر ۾، اياز ڪيترن هنڌن تي ڪيو آهي:

ناهي ڪو آڪاسُ،
ڪراچيءَ ۾!
دونهون دونهون سارا ماڙا،
چورنگي ۽ چاڪي واڙا،
چنڊ ڪٿي ڪٿن سواس؟
ڪراچيءَ ۾!
ڏِگ تيو آ ڪارو ناٿو،
ڪاٿو راتي اڳهه وڪاٿو،
مومل چاهي؟ ماس:
ڪراچيءَ ۾!

❑ ”مون کي ڪرڙيءَ جي ميدان ۾ مرڻو هو، مان ڪراچيءَ ڇو پڄي آيو آهيان؟“ (”ڪهاڻ متان ڪهنگهور ڪهتا“ – ص 35)

ڪيـــڏي ٻـاکَ ڦڪـيِ،
آهـــ ڪـــراچيءَ ڏنـــڏ ۾!
ڪنهن نہ ڏنو آڪاس کي، ڇڏيئن جيئن سڪي!
هتـان وينــدس اوچتــو، ٻہ ٽي ڏينـهن ٽکي!

(”ڪتين ڪر موڙيا جڏهن“ ، پاڳو پيو، ص– 27)

اي سنڌ! ڇا مان ڪراچيءَ ۾ شرنارٿي نہ آهيان؟

(”سر لوهيڙا ڳيتا“ – ص 115)

مان سکر جو
ڪراچيءَ ۾ شرنارٿي آهيان،
ياخدا! تو مون کي ديس ۾
پرديسي بڻايو آهي،
۽ مون کان
آسمان جي
پوري چادر بہ کسي ورتي آهي،
جا سکر ۾
پنهنجي ڪوٺي تي اوڙبندو هوس.

(سر لوهيڙا ڳيتا – ص 42-341)

اياز، مون کي، آسي زمينيءَ، احمد سولنگيءَ، ڊاڪٽر قاسم ٻگهيي، نور احمد خواجي ۽ فيروز احمد ميمڻ کي ڪيترا ڀيرا چيو هو تہ ”مون کي ڪراچيءَ مان ٻاهر ڪڍو. هن انساني رت سان راند رهندڙ ۽ منافقتن جي ملمعي ۾ ويڙهيل شهر مان مون کي ٻاهر ڪڍو.“ اياز، فيروز احمد ميمڻ کي، نسيم نگر حيدرآباد ۾ مناسب اگهہ تي ڪنهن گرائونڊ فلور واري جاءِ خريد ڪرائي ڏيڻ بابت بہ چيو هو؛ جتي اڳتي هلي شايد سندس نانيءَ الطاف ڪيڙي ڪا جڳهہ خريد بہ ڪئي هئي، ۽ اياز چاهيو پئي تہ اتي اچي رهان؛ دوستن ۽ نوجوانن سان ملان؛ سنڌو درياهہ ۽ اصلي سنڌ ڏسان–! اياز جي مَن جي اها خواهش هئي، ڇو تہ هُو سکر جي کليل فضائن جو رهواسي هو، جتي جڏهن سنڌو، ساڌ ٻيلي وٽان ڇوليون ماري وَهندو هو تہ اياز جي من ۾ ڏات جون ڇوليون ڇلڻ لڳنديون هيون. اياز، جڏهن سکر ۾ وڪالت

جي ذهن ٽڪائيندڙ پورهئي کان تنگ ٿيندو هو تہ ڪڏهن اروڙ جي کنڊرن ڏانهن نڪري ويندو هو، جتي راڻي لاڏي، وَر جي شهادت کان پوءِ دشمن سئنا سان وڙهندي ديس تي واري هئي؛ تہ ڪڏهن پراڻي سکر لڳ جهلي بند تي گهمڻ نڪري ويندو هو، جتي ٻيڙين جا ڪوها، سُکان ۽ سڙهہ، اُفق جي ڳاڙهاڻ ۾ ڪنهن جوڳيءَ جي گيڙو ويس وانگر لڳندا هئا؛ تہ ڪڏهن ڪالڪان جي ڳڦا ڀامران ڪنهن ٻيڙي سنت سان محوِ گفتگو ٿيندو هو يا ڪانئس پُست جي ڏوڏين جو ڪاڙهو وٺي پيئندو هو ۽ سُڌ ٻُڌ گنوائي ويهندو هو؛ تہ وري ڪڏهن شڪارپور، نئدپڻ جي يادن جي جزيري ڏانهن نڪري ويندو هو، جتي هن جا ڪيترا معصوم پيارَ پوشيدا هئا.

فطرت جي سونهن ۽ نظارن مان اُتساهہ وٺندڙ اَهو اياز، زندگيءَ جي پوين سالن ۾، 1950ع جي ڏهاڪي واريءَ ڪراچيءَ ۾ موٽي آيو هو، جتي اپريل 1947ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جو بنياد پيو هو؛ جتي شڪارپور مان اچي وڏيڪ تعليم حاصل ڪئي هئائين؛ جتي جويي، حشوءَ، ڪيرت، گوبند ۽ سوڀي سان دوستي ٿي هُئس؛ جتي ابتدائي وڪالت بہ ڪئي هئائين، ۽ اُن وقت ڪيس ڪراچيءَ ۾ وڪالت مان پئسو تہ جام ملندو هو، پر هن کي ڪراچي اُن ڪري ڇڏڻي پئي هئي، جو هُن سنڌيءَ ۾ شاعري ڪرڻ پئي چاهي، جنهن لاءِ اندروني سنڌ جو ماحول ئي هُن لاءِ موزون هو.

ايازُ، زندگيءَ جي پوئين وقت ۾ اُن ڪراچيءَ ۾ موٽي آيو هو، جنهن کان متاثر ٿي، ڪنهن وقت نظم لکيو هئائين:

جهلملائيندڙ ڪراچي!
روشنيءَ جا گيت ڳائيندڙ ڪراچي!
اڄ بہ مون لئہ اوپري ناهين ڪراچي!
سنڌ جي آهين ڪراچي!
اڄ بہ مان
تنهنجي رستن کي مُنديءَ جئن چڻ تہ پورو ٿو اچان!
اڳ گُرو مندر کان ٿورو اڳيرو ويندي هُئينءَ،
شام جو ڪيٿي ٽلا ٿهہ ٿهہ ڪندي نيندي هُئينءَ،
ڪويلين جي ڪُوڪ ڏي جي ڌيانُ ويندو هو ڪڏهن،
چنڊ ايندو هو نظر آڪاس ۾ ويندو تڏهن،
۽ ڪڏهن تارا هوا ۾ جُڳنوئن جئن جڳمڳائيندا هيا،

---
*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

پيرَ منهنجا ڏگمگائيندا هيا،*
عاملياڻين جي پنيان-
اڄ بہ مان
تن کي ساري تن جي خُوشبوءِ ۾ وڃان ٿو ويڙهجي،
ڪوڪ ڪويل جي ٻڌان ٿو، تنهنجي جادوءِ ۾ وڃان ٿو ويڙهجي،
تنهنجو لالو کيت، اورنگي بہ مون لئہ اجنبي ناهن ڪُنوار!

پر اڄ اها ڪراچي- ڪنوار ساڳي نہ رهي هئي؛ اڄ اياز جو وجود اُن جي رستن کي مُندڀيءَ جئن پورو نہ پئي آيو؛ اڄ اُها گرو مندر کان گهٽو اِڪتي وڌي اجگر شهر بنجي چُڪي هئي؛ اڄ اُتي ڪويلين جي ڪُوڪن بدران دهشتگردن جي هٿيارن جي ڏوڏو ٻڌڻ ۾ پئي آئي- اڄ ڪراچيءَ جي راتين جا تارا هوا ۾ جُگنوئن جئن جڳمڳائڻ بدران بگهڙ روپ درندن جي اکين جا پرندڙ تارا لڳي رهيا هئا- اڄ ڪراچيءَ اياز کي اُداس ڪري ڇڏيو هو. ايازُ پاڻ کي پرنس ڪامپليڪس جي چوٿين بلاڪ جي ڪمري نمبر 27 اي ۾ باندي سمجهندو هو. پرنس ڪامپليڪس جا رهواسي ڪنهن نہ ڪنهن Complex (مونجهاري)، ۾ مبتلا هئا. اُنهن کي هن پهاڙن کان بلند شاعر جي شناخت نہ هئي. اُهي هن جي وڏائيءَ، عظمت ۽ عزت کان آگاهہ نہ هئا. ڪراچي، سکر نہ هئي، جنهن جي ڪنهن گهٽيءَ مان ايازُ گذري تہ هجوم اهو چوندي احترام ۾ گڏ ٿي وڃن تہ "زماني جو وڏو شاعرايازُ گذري رهيو آهي." هتي تہ تيز رفتار سوارين ۽ دونهين جي آسمانن هيٺان عظمتون لڪي ٿي ويون!

ڇا اهو سچ نہ آهي تہ ايازَ کي ڪراچيءَ ۾ دفن ڪرائڻ جي خواهش رکندڙ اديبن مان ڪيترا خُود اياز جي اپاٽڪائپ، اڪيلائيءَ ۽ اُداسيءَ جو اهم ڪارڻ هئا؟ جن مان ڪيترا ساڻس ملڻ ايندا هئا تہ مَنَ ۾ منافقتون سجائي ايندا هئا ۽ اياز جي معصوميت مان ڀرپور فائدو وٺي، ڪيس ڪنهن نہ ڪنهن جي خلاف ڀري ويندا هئا. ۽ پنهنجي ثنا خوانيءَ ۽ آڊنبر جي برقراريءَ جو بندوبست ڪري ويندا هئا. اهڙي ماحول ۾ آسي زمينيءَ، احمد سولنگيءَ، عبدالواحد آريسر، ادل سومري، حميد سبزوئيءَ، نصير مرزا، اياز گل، رکيل مورائيءَ يا مون جهڙو ايازَ جو ڪو پرستار، وٽس ويندو هو تہ هُو اُنهن سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهريون ڪندو هو. اُهو ايازُ، جنهن پنهنجي وقت جو لمحو لمحو لکڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو، اُن وٽ جڏهن

*مان ورٽو هان، مان ورٽو هان!*

آءُ ملاقات لاءِ ويندو هوس تہ آءُ پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو تہ هُو مون سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪچهريون ڪندو هو. اُن ۾، نہ اڃڻ جون ميارون هونديون هيون، سندس ڪتابن تي ڪجهہ نہ لکڻ جون شڪايتون هونديون هيون، ۽ سنڌ ۽ سائين جي. ايم. سيد جون ڳالهيون هونديون هيون. انهن ڪچهرين ۾، اسان اڪثر اياز کي ويهي پڙندا هئاسون.

ڪراچيءَ واري سچي دور ۾ اياز جي جيڪڏهن ڪنهن سچيءَ دل سان خدمت ڪئي ۽ اُن سان نڀايو تہ اهو فقط قاضي منظر حيات هو، جنهن تہ اياز جي شاعري اُتاريندي ڪا ڪوتاهي ڪئي ۽ نہ ورڻي خيانت- جڏهن تہ اسان ڪيترن کي اياز جي لکٽين ۾ (چوريءَ چپيءَ) ڪترون ۽ تبديليون بہ ڪندي ڏٺو ۽ پنهنجي ٿنا ۾ لکائڻ لاءِ پيرين پوندي ۽ منٿون ڪندي بہ ڏٺو. اُن وقت اُهي دوست ڏاڍا تنڌڙا لڳندا هئا. قاضي منظر حيات کي ياد هوندو تہ نوجوان شاعرن جي شاعريءَ جي چونڊ 'چوڏاري چمڪات اسان' ('ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' جي پئي ڀاڱي) جو مسودو ڪنهن گم ڪري ڇڏيو هو. اياز جي سيرانديءَ رکيل اُهو مسودو رڳو اُن ڪري گم ڪرايو ويو، جو اُن ۾ ڪنهن يار جي شاعري شامل نہ هئي- تہ اهڙين منافقتن ۽ ظاهري قصيدي گوئيءَ واري فضا، هن معصوم شاعر جي مَن کي چوٽون رسايون، ۽ هُن ڪراچيءَ کي ڇڏي، اندرين سنڌ ڏسڻ جي شديد خواهش ڏيکاري، جيڪا پوري نہ ٿي سگهي. اياز جي روح جي اهڙي پڪار، سندس هيٺين نثري اقتباس ۾ موجود آهي:

"يا خُدا! ڇا مان اندرين سنڌ ڀيهر ڏسي نہ سگهندس؟ ڇا ڪراچيءَ جي دونهين ۽ گهٽ پوسٽ واريءَ فضا، ڪُوڪاري واري ٽرئفڪ ۽ بسن ۽ موٽرن، ٽرڪن ۽ رڪشائن جي هُل هلاچي ۽ گوڙ گهمسان ۾ مان پنهنجو وقت پورو ڪري ويندس؟ ڇا مان سنڌ جي گسن تي پولاها، بگا، ڪانوارا ڏاند ڏسي نہ سگهندس ۽ رڳو تصور ۾ اُهي ڏاند- ڳاڏين ۾ جوٽيل ڏسي سگهندس، جن جا ڏورٽا مون ڪان وسري نہ ٿا وسرن!

هتي تہ ڪڏهن ڪڏهن وڪٽوريا گاڏي نظر ٿي اچي، جنهن تي بسن وانگر پتل جا پڙچ چڙهيل آهن ۽ چوڏاري چمڙي جا ڇٽ آهن. ڪٿي سنڌ جا هُو ڪميت، مُشڪي ۽ سنجاف، جن کي مون 'سُر ڪيڏاري' ۾ ڳايو آهي ۽ ڪٿي هُو ابلق، سُرخا، چينا، ڊِڊا ۽ ڊاکر، ڪٿ مست گهوڙا، جي توبرا کائي ويندا هئا ۽ آڙيءَ سان اُڏامندا ويندا هئا. ڪٿي هُو وهڙا، پاڏا، اُٺ، ڏاچيون،

ڪؤنرا، ڏاڳها، ڪرها، توڏا، جي مون تر ۾ ڏٺا ها، جتي اهي جوئنيا ويندا ها ۽ ورائي ونگيا ويندا هئا. متارا وچيرا، جن جون رانئون ڪپڙن جي ٿڙن وانگر هونديون هيون! ڪيڏي نه رنگا رنگ دنيا هئي سنڌ جي! ڇا اڄ ڪاري ڇاڻ کان ڪيٽي بندر تائين سفر وري ڪري نه سگهندس ۽ سردار ماڇي خان جي ڳوٺ ۽ سردار عبدالرزاق ڏهر جي ڳوٺ ڪينجهر ۾ نه وڃي سگهندس؟

يا خدا! ڇو تو مون کي سنڌ جي ڪَس ڪَس، سڙڪ سڙڪ، واريءَ، ڪڪريءَ ۽ مٽيءَ کان جدا ڪيو آهي؟ سنڌ جا وڻ، پکي ۽ پسون منهنجي وجود جو حصو ها!" (ڪتي نه پيچيو تڪ مسافر" پاڳو ٿيون ص 91-91)

❑ "مان گذريل... سالن کان اڳ ڪيئي سال اندروني سنڌ رهيو آهيان، جتي ماڻهپو آهي، مريادا آهي، فطرت سان لڳاءُ آهي، جتي ڪونجون ڪرڪر ائين ڪن ٿيون، جڻ پٽ شاهه تي پٽائي ڳائجي رهيو آهي. ڀهراڙيءَ جي زندگي منهنجيءَ رڳ رڳ ۾ آهي."

اُن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪراچي، سنڌ جي دل ۾ اياز جا آخري ڏينهن گهڻي ۽ بوسيت ۾ گذريا، ۽ هُن جو مَنُ اندرين سنڌ ڏسڻ لاءِ اڃلون ڏيندو هو، ڇو ته هن جي لفظن ۾: "ڪراچي، جا ڪنهن وقت سنڌ جي دل هئي ۽ هن وقت اُن جو مفلوج عضوو آهي. هاڻ سنڌ جا هَنومانَ ۽ انهن جي سياسي باندر سٽئنا هتي رهي ٿي ۽ هتي وڏا وڏا بنگلا ٺهرايا اٿئون. اهو ديومالائي ڊنوسار وانگر روز بروز وڏي رهيو آهي. دراصل مان شڪرُ مان ڪراچيءَ شرنارٿي ٿي آيو آهيان، جو هر وڏي شهر وانگر ميڪانڪي ۽ مصنوعي آهي، جنهن ۾ ڪيئي ماڙ اوچا ماڙا آهن ۽ انهن سان گڏ غريبن جون جهوپڙيون به آهن، جي مينهن ۾ جهري پون ٿيون، ۽ اتهن ڪي بيوس جي دعا به بچائي نه ٿي سگهي!" اُن ڪري اهڙي شهر مان اياز جي دل ڪجهي چڪي هئي، ۽ ڪلفتن جي پهاڙيءَ تي دفن ٿيڻ واري سندس خواهش پڻ زخمن سان چُور چُور ٿي چڪي هئي.

اياز، ڊاڪٽر قاسم ڀُگهيي چواڻي، هڪ وقت مڪليءَ ۾ دفن ٿيڻ جي به خواهش ڏيکاري هئي، ڇو ته مڪليءَ تي دولهه دريا خان دفن هو، جنهن سان اياز کي وڏي عقيدت هئي، ۽ ان نموني اياز چاهيو ٿي ته هُن کي جيڪڏهن مڪليءَ ۾ دفن ڪيو ويو ته هُو 'تاريخ سان گڏ زندهه رهندو' ۽ پوءِ هڪ ڏينهن:

نيٽي جي رابيل ۾، وري ڪڙندس مان،
وري ٽڙندس مان، مڪلي تنهنجيءَ ماٽ ۾!

ان ڳالهہ کان بہ ڪو انڪارَ ڪونهي تہ ايازَ شڪارپور ۾ پنهنجي پيڻ جي پرسان دفن ٿيڻ جي خواهش بہ ڏيکاري هئي. هن ’ڪتي نہ پيچبو ٽڪ مسافر‘ (جلد پهرئين) ۾ لکيو هو: ”ڪالهہ منهنجي ڀاڻيجي سعيده ۽ هن جو مڙس ڪرنل وقار ملڻ آيا ۽ چيائون تہ ”شڪارپور مان اٿا اچون“. اُنهن سان ڳالهيون ڪندي مون سوچيو تہ جي مون ڪي پاڻ (سمنڊ) اڳيان ابدي آرام لاءِ جاءِ نہ ملي سگهي تہ پيڻ جي پرسان ئي ملي. شڪارپور ۾ پير الف شاهہ جي قبرستان ۾ منهنجي پيڻ دفنايل آهي، اُتي منهنجو سهرو ۽ سس ۽ وقار جو پيءُ واجد علي ۽ پيا مائٽ دفنايل آهن، اُتي منهنجي پرسان جاءِ ڇڏي وڃي، زرينا ٽيهہ چاليهہ سال پوءِ ايندي، هُن لاءِ بہ جاءِ ڇڏي وڃي.“ (ص 313)

اياز جي اها خواهش فطري ۽ سياويڪ ڳالهہ هئي، جيڪا هر انسان جي دل جي خواهش هوندي آهي تہ هُن ڪي پنهنجن عزيزن جي قبرستان ۾ رکيو وڃي. جيڪڏهن اياز جا عزيزَ، اياز ڪي شڪارپور ۾ دفن ڪرڻ جو اِهو فيصلو ڪن ها تہ سنڌ ۾ ڪنهن ڪي بہ اعتراض نہ ٿئي ها؛ پر اهڙو ڪوبہ فيصلو نہ ٿيو. ليڪن منهنجي خيال ۾، اياز جي اها بہ رڳو دِل جي خواهش هئي، پر باقاعدي وصيت نہ هئي. اياز جون سمنڊ جي پرسان، ڀٽڪليءَ يا شڪارپور ۾ دفن ٿيڻ واريون خواهشون ۽ خيالَ، هن جي شاعراڻي دل ۽ فطرت جا انگل ۽ آرا هئا؛ پر آءٌ سمجهان ٿو تہ ڀٽ شاهہ جي سرزمين تي تدفين، اياز جي خوابن جي تعبير ۽ تڪميل هئي، جيو تہ هُو خود چئي ويو آهي؛

جَرَ ۾ ٿو جَرَڪان، ڳائي تُنهنجا گيت مان،
مري شل مَرڪان، ڀٽائيءَ ڀيڙو وڃي!

– ۽ اڄ ايازَ جو روح ڪراڙ ڍنڍ جي جَرَ ۾ جرڪي، مرڻ کان پوءِ بہ مَرڪي رهيو آهي ۽ چئي رهيو آهي:

سنڌڙي شاهہ لطيف جي، لهر نہ ڪو لوڏو،
اڪڙين ڪان اوڏو، مون ڪي منهنجو ڀٽ ڏٺي!

ايازَ پنهنجي هم ڪلاسي، همعصر ۽ هم خيال شاعر دوست نارائڻ شيام ڪي مخاطب ٿيندي، هڪ هنڌ چيو هو:

ڏرتيءَ لاءِ ڏڪار جا، آيا نہ الزام،
تون ساميءَ جي سام، آءٌ ڀٽائيءَ اوٽ ۾!

نارائڻ شيام، جلاوطنيءَ ۾ دهليءَ ۾ گذاري ويو ۽ هُن جي خواهش

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

موجب ڪيس ڌرتيءَ جي مٽي نصيب نہ ٿي، ۽ سندس اُداس روح ضرور اُڏامي، شڪارپور ۾ ڪنهن نامعلوم هنڌ تي ساميءَ جي سماڌيءَ جي سامَ اچي پيو هوندو؛ پر سندس دوست اياز خوش نصيب آهي، جو ڪيس پٽائيءَ جي اوٽ حاصل آهي. اياز جي خواهش هئي تہ شيام ۽ پاڻ ٻئي سنڌ ديس جي ڌرتيءَ جي مٽي ماٿي لائي، اُن ۾ امرتا پائين، پر تقدير جي ستم ڳيري تہ ڏسو، جو اياز کي چوڻو پيو:

تُنهنجي رڳ ڪٽي ويون، گنگا جون لهرون،
سنڌوءَ اُڀهريون، ٻانهون ڦهلايون گهٽو!

سانوري شيام جي لاڏاڻي (1989) اياز جي اندر کي اڌ ڪري وڌو هو، پر ڪيس اچا سنڌ کي ڪجهہ ڏيٺو هو، اُن ڪري اُن وقت چيو هئائين:

ڌرتي مون کي شيامَ تِي، اچا ڪانہ ڇڏي،
ويندس پُل اڏي، تُنهنجي منهنجي وچ ۾!

واقعي اياز، انهن اٺن نون سالن ۾ سنڌ ۽ هند جي ادب جي وچ ۾ پُل اڏي ويو آهي، جو اياز جي وڇوڙي کي سنڌ وانگر هند جي سنڌي اديبن بہ ساڳيءَ طرح ڀوڳيو آهي. اياز جي شڪارپور واري ننڍپڻ جي دوست رام امر لعل پنجواڻيءَ، ڪيس 29 ڊسمبر 1997ع تي، آڪاشواڻي دهليءَ تان شرڌانجلي ڏيندي چيو هو:

”ايازَ سنڌ ۽ ڀارت جي وچ ۾ هڪ جٽادار پُل ناهِي، پيار جي پُل، دوستيءَ جي پُل، محبت جي پُل، رواداريءَ جي پُل- اسان انهيءَ پُل کي قائم رکنداسين. انهيءَ پل کي پڪو ۽ پختو بنائينداسين. انهيءَ لاءِ تہ جيئن سنڌ ۽ ڀارت جا سنڌي پاڻ ۾ ملي سگهن، ڪچهريون ڪن، شادمانا ڪن، امن ۽ شانتيءَ جا گيت ڳائين.“ (روزانہ هندستان؛ 11 جنوري 1998ع)

اياز جي يارَ گوبند مالهيءَ لکيو:

”هن (اياز) ادبي، تهذيبي ۽ انساني سطح تي نہ اُپکنڊ جو ورهاڱو قبوليو ۽ نہ وري سرحد جي ٻنهي پاسن جي سنڌين ۾ سَنڌو مڃيو.“

(روزانہ هندستان؛ 11 جنوري 1998ع)

اياز واقعي سنڌ ۽ هند جي سنڌين ۽ سنڌي ادب جي وچ ۾ ورهاڱي جي وِيريءَ کي هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ قبول نہ ڪيو هو، 'سُر نارائڻ شيام' ۾ ان ڳالهہ جو اظهار هن ريت ڪيو اٿس:

ناهي پنهنجي ساهتيہ جو ڪو ورهاڱو،
ڀانيو سون ڀاڱو، ڪڏهين ناهي پاڻ ڪي.

مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!

شيامؔ! رڳو منهنجو نہ آ، صدين جو سودو،
اُن ۾ مون تنهنجو، پناڳو نا هم ڀُلايو!

صدين لئہ رهندو سَچو، هي جو منهنجو مُون،
متان پائين تون، اڄ ڪِنڊس مان پاڻ ڪي.

آهم اڌوري تو بنا، هيءَ جا منهنجي مُون،
ساميءَ وانگر تون، سدا رهندين سنڌ ۾!

سامي ۽ شيام، سنڌ، سنڌي ڪلچر ۽ سنڌ جي روح جا نمائندا شاعر آهن، ۽ اياز وٽ اُنهن جي عظمت ۽ امرتا اُتم موجود آهي. سنڌن عظمت ۽ مهانتا، ڪو 'مها ڏاهو' فتوي ڏئي رد نہ ٿو ڪري سگهي، جو تہ ساميءَ ۽ شيام جي مهانتا نہ رڳو اياز تسليم ڪئي آهي، پر تاريخ بہ مڃي چڪي آهي؛ ۽ تاريخ جي مڃتا کان وڌيڪ ٻي ڪا مڃتا ٿي ئي نہ ٿي سگهي.

اياز هن صديءَ جو عظيم شاعر هو. سندس شخصيت ۽ عظمت کي اخباري ڪالمن ۽ 'جاڙيباز مقررن' جي تقريرن ذريعي زائل نہ ٿو ڪري سگهجي. ڪيترا ماٺهو برساتي ڏيڏرن وانگر اياز جي اولاد، عاشقن ۽ سندس فن ۽ فڪر جي چاهن کان وڌيڪ پاڻ کي اياز جو همدرد سڏائي، هيرو ٿيڻ جون هامون هڻي رهيا آهن. ڪيترا خابرو ۽ ڪالم نگار، خبر جي ڳولا ۽ ڪالم جي پيٽ ڀرڻ لاءِ اياز جي قبر کي مذاق بڻائي رهيا آهن، پر سنڌ جي سمورن ماڻهن کي سمجهي چڏڻ گهرجي تہ اياز، پنهنجي موقف ۽ شاعريءَ لاءِ نہ زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن جي ڊڪٽيشن (Dictation) قبول ڪئي هئي ۽ نہ ئي لاڏاڻي کان پوءِ 'واعظن'، 'نصيحتن' ۽ 'وصيتن' کي قبوليندو، ڇو تہ اياز چيو آهي تہ:

ٻئي جي ٻُڌ ڀل ڳالهہ اياز،
پنهنجو پيغمبر ٿي ڳهار.

اياز ۽ اياز جي تاريخ ٺاهڻ وارا اسان ڪير ٿيندا آهيون؟ اياز خود تاريخ هو، هو تاريخ جو اڏيندڙ ۽ تاريخ ساز شخصيت هو.

ياد ٿو اچيم، اسان سنگت جي مرڪزي عهديدارن، 1- جنوري 1987ع تي اياز کي سنڌي ادبي سنگت سنڌ (مرڪز) پاران حيدرآباد پريس ڪلب ۾ 'ادبي ايوارڊ تقريب' ۾ خاص مهمان طور گهرايو هو. اياز، وائيس چانسلريءَ واري دور ۾ پنهنجي شعري مجموعي 'لڙيو سج لڪن ۾' جي اشاعت کان پوءِ

پنهنجيءَ دُنيا ۾ گم رهندو هو ۽ ڪنهن حد تائين گوشہ نشين ٿي ويو هو. هُو ملاقاتن ۽ سماجي ميل جول کان دور پنهنجيءَ تخليقي دنيا ۾ مگن ٿي ويو هو. اسان ڪيس اُن تاريڪيت ۽ اڪيلائيءَ جي دنيا مان ڪڍي، زندگيءَ جي شاهراهہ تي وٺي اچڻ جو سوچيو هو. هُن، منهنجي ۽ اياز گُلَ جي عرض ۽ انڱل ڪي موٽايو نہ هو، ۽ هڪ وڏي عرصي کان پوءِ ادبين جي وچ ۾ آيو هو. اُتي تاريخي تقرير ڪندي چيائين:

”مان بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ هڪ اهڙي پَل بڻائي رهيو هوس، انسان ۽ انسان جي وچ ۾، ازل ۽ ابد جي وچ ۾، تہ تاج جويو آيو ۽ اچي منهنجي ڪم ۾ رُخنو وڌائين. مُون هن کي پهريون لنوايو، پر پوءِ ڪجهہ سوچڻ لڳس: ”رڳو ناهڻ تہ ضروري نہ آهي، ڪجهہ ڊاهڻ بہ تہ ضروري آهي. هي ڪوڙ جو ڪوٽ، جو ڏينهن رات اکين ۾ ڪٽڪي رهيو آهي، اُهو اُنهيءَ اڏاوت سان ڪيئن ميل کائيندو، جا مُون جوڙي راس ڪئي آهي! هي اديب، جيڪي ڪوڙ جي پاڙ پٽڻ چاهين ٿا، اُنهن لاءِ منهنجو ساٿ ضروري آهي. هائو، مون کي اڳي وانگر اُنهن جو ساٿ ڏيڻو آهي. هائو، اُنهيءَ ڪم کي اوليت آهي، اهو ڪم پنهنجيءَ جاءِ تي افضل آهي، اڄ مان ستن سالن کان پوءِ اوهان وٽ آهيان ۽ پانيان ٿو تہ آخر تائين اوهان سان رهندس. مون ڪيئي سال اڳ لکيو هو ۽ اڄ بہ ساڳي ڳالهہ دهرائي رهيو آهيان:

ڏات وڏي شـــيءِ نـــاهـــي،
پـر ســچ وڏي شـيءِ آهـي،
۽ جو سـچُ مـچـائـي، سـو
مَچُ وڏي شــــيءِ آهـــي.“

تقريب کان پوءِ، ٻئي ڏينهن صبح جو آءٌ ۽ اياز گُل، سائين محمد ابراهيم جويي جي جاءِ تي اياز سان ملڻ وياسون، جتي ايازُ ترسيل هو. اياز مون کي ’ڪپر ٿو ڪن ڪري‘ ڪتاب تحفي طور ڏنو، جنهن جو تازو ڇاپو، فيروز احمد ميمڻ، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ڪتاب تي ”سڪ مان تاج جوئي لاءِ“ لکي، صحيح ڪيائون ۽ ڪين تاريخ وسري وئي، ۽ مون کان تاريخ پڇيائون. مون ڪين چيو: ”سائين! تاريخ نہ لکو، ڇو تہ اوهان تاريخن کان وڏا آهيو.“ مُرڪي قلم روڪيائون ۽ تاريخ لکڻ کان سواءِ ئي مون کي هٿ ۾ ڪتاب ڏنائون. اُن وقت مون کي اياز جي مُرڪ ۾ ڪيئي تاريخون جرڪنديون نظر آيون هيون. واقعي ايازُ تاريخن جو

محتاج نہ هو، ڇو تہ اياز تاريخ ساز شاعر ۽ تاريخن کي جنم ڏيندڙ شاعر هو!

ڪي ماڻهو تاريخ ٿين ٿا،
گهايل ڌرتيءَ جي سيني تي،
اهڙي گهري چيخ ٿين ٿا،
جا هر ڪنهن کي جاڳائي ٿي،
۽ دُنيا کي بدلائي ٿي.

آءٌ حسن مجتبيٰ جي اُن راءِ سان سؤ سيڪڙو سهمت آهيان تہ ”جي. ايم. سيد ۽ اياز کان پوءِ سنڌ ڄڻ تہ پنهنجي ڪشش ثقل کان هٽي وئي آهي.“

ياد ٿو اچيم تہ 1987ع جي آخري ڏهاڙي 31 ڊسمبر تي **’سنڌ جي قومي بقا ۾ سنڌي اديب جو ڪردار: ڪانفرنس‘** ۾ پڻ اسان اياز کي حيدرآباد ۾ گهرايو هو. اُن موقعي تي اياز مون کي پنهنجو ڪتاب ’ٻڙ جي ٻجانوَ اڳي کان گهاتي‘ ڏيندي چيو هو: ”تاج! تو ڏي قرض آهي، تون مون تي لک، هن ڪتاب تي ضرور لک- تون مون کي سمجهين ٿو، ۽ تون مون تي سٺو لکي سگهين ٿو. مون کي... جا ڪورا نڪورا لفظ نہ ٿا وڻن، هو مون کي ڪورن نڪورن لفظن جي پاڇي ۾ لڪائي ڇڏي ٿو.“

مون پنهنجي لاءِ اياز جي اها راءِ وڏو اعزاز سمجهي هئي- ۽ اڄ تائين اُن کان وڏو ٻيو ڪو اعزاز مون کي نہ مليو آهي.

اهڙوئي اعزاز، ان ساڳئي ڏينهن سنڌ جي نوجوان ۽ خوبصورت شاعر احمد سولنگيءَ کي بہ مليو هو، جڏهن محمد ابراهيم جويي صاحب، احمد جو اياز سان تعارف ڪرايو هو- ۽ اياز سندس شاعري پڙهي چيو هو: ”هيءُ منهنجي شاعريءَ جو تسلسل (Continuity) آهي.“

آءٌ اڄ سوڌو پاڻ کي اياز جو قرضي سمجهان ٿو، جو سندس ڪنهن بہ ڪتاب جو اڀياس لکي نہ سگهيو آهيان. آءٌ اياز ۽ سائين جي. ايم. سيد، تاريخ جي ٻن عظيم هستين جو قرضي آهيان. سائين جي. ايم. سيد جي وفات کان پوءِ پورن ٽن سالن تائين ٻن ڇئن سٽن جو تاثر ۽ هڪ سوانحي خاڪي کان وڌيڪ سائين جي. ايم. سيد تي ڪجهہ بہ لکي نہ سگهيو آهيان. ’سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ‘ وارن سان وعدي ڪرڻ جي باوجود سائين جي. ايم. سيد تي ليڪچر تيار ڪري نہ سگهيو آهيان. ساڳيءَ ريت شيخ اياز تي هڪ تاثراتي مضمون ’مان ورڻو هان، مان ورڻو هان‘ لکڻ کان سواءِ، سائنس ڪو

انصاف نہ ڪري سگھيو آهيان. سچ تہ اياز جو جيترو وسيع مطالعو آهي، اُن تي لکڻ لاءِ بہ اوتري مطالعي، نہ تہ بہ ڪافي وسيع مطالعي جي ضرورت آهي. اياز نہ رڳو مغربي ادب ۽ فلسفي تي دسترس رکندو هو، پر هن مشرقي ادب، فڪر، فلسفي ۽ مٿالاجيءَ (Mythology) جو جيڏو گهرو ۽ ڀرپور مطالعو ڪيو هو، سنڌ ۾ شايد ئي ڪنهن ايڏو مطالعو ڪيو هجي. هو جڏهن ڳالهائيندو هو تہ محسوس ٿيندو هو تہ علم جو سمنڊ پيو ڳالهائي. اهڙيءَ طرح جڏهن لکندو هو تہ مشرق ۽ مغرب جي علمَ، ادب، فلسفي ۽ فڪر جي مهاساگرن مان ٽُبيون هڻي، اهي سگهاريون تخليقون سرجيندو هو، جن کي پڙهڻ، پُرجهڻ ۽ پروڙڻ سڀ ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. هو سنڌ جي اعليٰ ترين شعور جو نمائندو ۽ فڪري بلنديءَن جو هماليہ هو. پوين ڏينهن ۾ تہ هُن ورهين جي مطالعي جي روشنيءَ ۾ جنهن رفتار سان ڪتاب لکڻ شروع ڪيا هئا، تہ اها حقيقت آهي تہ اسان پڙهندڙ اياز جي لکڻ جي اُن رفتار سان پُڄي نہ سگهندا هئاسون. ايڏو گهڻو، ايڏو گهرو ۽ ايڏو فڪري طرح اعليٰ ادب، سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن اديب نہ سرجيو آهي.

اي سنڌ جا مهان شاعر! اي 'فڪرِ سنڌ' جا مها ساگر! تُنهنجو مون تي قرض آهي، ۽ اِهو قرض لاهڻ منهنجو فرض آهي. اي عظيم ڏاتيار! دُعاڪر تہ تُنهنجو اهو قرض لاهي پنهنجو فرض پورو ڪريان!

آءٌ اياز جي شاعريءَ کان نہ رڳو متاثر آهيان، پر منهنجي سڄي شاعري، اياز جي اولڙي ۽ تاجي پيٽي (diction) کان ٻاهر نڪري نہ سگهي آهي. آءٌ اعتراف ٿو ڪريان ۽ منهنجي دعويٰ آهي تہ سموريءَ جديد سنڌي شاعريءَ تي اياز جي ڇاپ موجود آهي. هن دور ۾ سنڌ تمام وڏا شاعر پيدا ڪيا آهن، جن جو ڊڪشن ۽ لهجو، اياز کان مختلف ۽ ڌار هوندي بہ اُنهن ڪنهن نہ ڪنهن روپ يا صورت ۾ اياز جو اثر قبول ڪيو آهي. هري دلگير ۽ نارائڻ شيام کان وٺي تنوير عباسيءَ ۽ استاد بخاريءَ تائين هر وڏي شاعر اهڙو اعتراف ڪيو آهي. اها ڳالهہ رڳو سنڌ جي نہ اُنهن بلند مرتبت شاعرن جي وڏائيءَ جو دليل آهي، پر گڏوگڏ اياز جي عظمت ۽ مڃتا جو بہ وڏو اُهڃاڻ آهي.

هر جينيس (Genius)، پنهنجي دور جي متنازعہ (Controvercial) شخصيت هوندو آهي. سائين جي. ايم. سيد ۽ شيخ اياز، هِن صديءَ جا بہ اهڙا جينيس هئا، جيڪي خالفن توڙي پنهنجن جي وار ۽ تنقيدن جو شڪار ٿيندا رهيا ۽ حياتيءَ توڙي مماتيءَ ۾ سندن خلاف 'خنجر خنجر ڪيئي هٿ'

---

مان ورثو هان، مان ورثو هان!

اُيا ٽيندا رهيا.

جڏهن شيخ اياز، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هو ته هڪ پنجابي فوجي بوستان علي، سائين جي. ايم. سيد تي سَنَ ۾ خنجر سان حملي آور ٿيو هو. هو سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ شيخ اياز کي به مارڻ ويو هو، پر اُتي پهريدار ۽ گارڊ موجود ڏسي، انهن کان ڊڄي هُو سن هليو آيو، جتي سائين جي. ايم. سيد گهرَ ۾ نظر بند هو. سائين روزانو گهرَ جي دروازي واري اوطاق تي ڪجهه ڪلاڪ ڳوٺاڻن ۽ مهمانن سان اچي ويهندو هو، ۽ پرسان دروازي لڳ سرڪاري پهريدارَ هر وقت موجود هوندا هئا. اُن ڏينهن سرڪاري پهريدارن کي ننڊ ۾ ۽ سائين جي. ايم. سيد کي اوطاق ۾ اڪيلو آرامي ڏسي، سپاهين جي رائيفل کڻي، بوستان علي، سيد تي حملي آور ٿيو هو، پر حملي جو سَٽَ ساري نه سگهيو- بعد ۾ صبح جو جڏهن سيد اوطاق جي ورانڊي ۾ ڪُرسي وجهي، تِڙڪو وٺي رهيو هو ته بوستانُ، سيد تي خنجر سان حملي آور ٿيو. پر ڪارڪنن ڪيس پڪڙي ورتو هو. هن مار موچڙي تي ٻڌايو ته "پشاور جي جامع مسجد ۾ هڪ ملان واعظ ڪندي چيو ته 'جي. ايم. سيد ۽ شيخ اياز، پاڪستان جا غدار ۽ اسلام جا دشمن آهن، جيڪو سنڌ ۾ وڃي ڪين ماري ايندو، اُهو جنت ۾ ويندو.' اُن ڪري آءٌ ٻنهي کي مارڻ جو پڪو پهه ڪري سنڌ ۾ آيس. ايازَ تي ڄامشوري ۾ حملي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيس، پر سَيدُ سولو هو. هُو اڪيلو اوطاق ۾ ستو پيو هو. سرڪاري پهريدارن جي رائيفل کڻي مٿس وار ڪرڻ ويس ته مون کي هڪ بدران چار جي. ايم. سيدَ نظر آيا ۽ اُها ماجرا ڏسي دنگ رهجي ويس. سڄي رات انسٽا ٿاهيندو رهيس ۽ صبح جو جڏهن جي. ايم. سيد تِڙڪي تي اُس سيڪڻ ويٺو ته ڪيس زورن ڏيڻ جي بهاني، سندس پيرن کي جُهي، پڪ ڪري، مٿس حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم."

ياد رهي ته بوستان عليءَ جي ڪيسي مان نڪتل ڪارڊَ مان معلوم ٿيو هو ته هو فوج ۾ نه رڳو لانئس نائڪ هو، پر حملي واري ڏينهن به آن ڊيوٽي (On duty) هو. هن جي پينٽ جي ڳُجهي ڪيسي مان هڪ خط به نڪتو هو، جيڪو هُو سَن ۾ پوسٽ آفيس ڳولي نه سگهڻ ڪري، رات جو پوسٽ نه ڪري سگهيو هو. اُن خط ۾ لکيل هو ته "اسلام جي هڪڙي دشمن کي مارڻ ۾ صبح تائين ڪامياب ٿي ويندس ۽ ٻئي دشمن (شيخ اياز) کي مارڻ لاءِ پيهر ڄامشوري ويندس؛ پر جيڪڏهن اِن جهاد جي راهه ۾ مارجي وڃان

مان ورٺو مان، مان ورٺو مان!

تہ رکيل انعام وٺي منهنجي اولاد ۽ پونيرن کي پهچايو وڃي.“

اسان شاهد آهيون تہ سائين جي. ايم سيد، اُن ذاتي دشمن کي معاف ڪري ڇڏيو هو، ۽ اياز پڻ پنهنجن ذاتي مخالفن کي ’وِچون‘ سمجهي، وساري ڇڏيندو هو.

اڄڪلهہ اياز جي ذات ۽ ڏات تي دانشوري مڃائڻ جي خيال کان اوائي توائي ۽ اجائي تنقيد ٿي رهي آهي، ۽ اُن جي اڳين ۽ پوين تخليقن ۾ ’فڪري تضاد‘ ڇاڻائي، هڪڙو ’اياز فاني‘ ۽ هڪڙو ’اياز دائمي‘ جون دعوائون ڪيون وڃن ٿيون ۽ هن قسم جون فتوائون پڌريون ٿي رهيون آهن:

(i) ”شرافت جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان شيخ اياز جي.آخري دور واري شاعريءَ جي باب کي بند ڪري ڇڏيون. اياز جي پوئين شاعريءَ ۾ ڪو فڪر ڪونهي، ڪو خيال ڪونهي، هن جي شاعري رڳو شاعري براءِ شاعري آهي.“

(ii) ”اياز کان (ساهيوال) جيل مان نڪرڻ کان پوءِ نہ رڳو ڏات پر سولي سنڌي بہ وسري وئي... اياز کان اصلي شاعري وسري وئي، وٽس رڳو وڃي گهاڙيٽن جو فن رهيو... پوئين دور وارو اياز ماڻهن کان وسري ويندو.“

پهرين ڳالهہ تہ اياز تي لکڻ ۽ مٿس تنقيد ڪرڻ کي آءٌ نہ ڏوهہ سمجهان ٿو ۽ نہ اياز کي ’پير ۽ مرشد‘، واري درجي ڏيڻ جو قائل آهيان. اياز ۽ سندس فن توڙي فڪر تي تنقيد ڪري سگهجي ٿي، پر اياز تي تنقيد ڪرڻ لاءِ آءٌ بدر ابڙي جي اِن راءِ سان سهمت آهيان تہ ’اهو حق صرف اُنهن کي حاصل هئڻ گهرجي، جيڪي اياز کان وڏو، نہ تہ بہ سندس جيترو قد ضرور رکندا هجن‘ - ۽ اُن قد جو ڪاٿو عُمر ۽ لفاظيءَ بدران وسيع مطالعي، اياز جي سمورن ڪتابن جي اڀياس ۽ سندس ذهني لاڙن جي مجموعي تجزيي سان مشروط هجي. جنهن شخص مشرق ۽ مغرب جي ادب جو وسيع مطالعو نہ ڪيو آهي؛ جنهن مغربي ۽ مشرقي فلسفي جي مختلف ڌارائن جو اڀياس نہ ڪيو آهي؛ جنهن تصوف، ويدانت، مختلف مذهبن، ويدن، اُپنشدن، مغربي ۽ مشرقي ڪلاسيڪي ۽ اساسي شاعريءَ جو گهڻ رُخو تنقيدي مطالعو نہ ڪيو آهي؛ ۽ اُن مطالعي جي روشنيءَ ۾ ’فڪرِ سنڌ‘ کيّ نہ سمجهيو آهي، اُهو اياز تي لکي ۽ تنقيد نہ ٿو ڪري سگهي. جيڪو ماڻهو ’تضادن جيّ سائنس‘ نہ ٿو ڄاڻي، اُن کي اياز جي هڪ ٻن اخباري ايڊيٽوريلن، هڪ ٻن نثري ٽڪرن يا نثري نظمن جي مٿاڇري ۽ اُتاچري مطالعي جي بنياد تي مٿس تنقيد ڪرڻ جو حق ئيٰ نہ ٿو پڄي. اياز 1964ع ۾ لکيو هو:

"تون چوين ٿو تہ
مُنهنجي فڪر ۾ تضاد آهي،
۽ مان چوان ٿو تہ
فڪر ۾ تضاد جي عدم موجودگي
خُود فريبيءَ ۽ بد ديانتيءَ جي نشاني آهي"

( "اڪ جون ڦلڙيون، پيچ پني" - ص 69)

مون کي پنهنجي پياري دوست جامي چانڊيي جي اِن راءِ سان ڪو اختلاف ڪونهي تہ 'اُبهرائيءَ وچان اياز جي سمورن نقادن کي هڪ قطار ۾ بيهارڻ ڪنهن بہ طور جائز نہ آهي. هر وڏي ماڻهوءَ جيان اياز بہ پنهنجي دور ۾ متنازع رهيو.' آءٌ جاميءَ جي اِن خيال سان بہ اتفاق ڪريان ٿو تہ 'هڪڙا جهالت وچان اياز تي جُلهون ڪندا هئا، ٻين کي هن سان ذاتي حسد ۽ بدنيتيءَ تحت بغض رهندو هو، ۽ ٽين اعليٰ ادبي ۽ فڪري شعور تحت هن سان اختلاف رکيو. اُنهن سڀني کي هڪ صف ۾ ڪيئن ٿو بيهاري سگهجي.' (شيخ اياز: مرتب جامي چانڊيو: مهاڳ)

ڏسڻو اِهو آهي تہ ايازَ تي زندگيءَ ۾ ۽ مرڻ کان پوءِ ڪهڙي ڪهڙي قسم جي تنقيد ۽ ڪهڙي ڪهڙي رُخ ۾ ٿي آهي.

ايازَ تي اياز جي دوستن ۽ محسنن، سڀ کان وڌيڪ تنقيد اُن وقت ڪئي هئي، جڏهن ذوالفقار علي ڀُٽي، اياز کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر بنايو هو. ڀُٽي هڪ تير سان ٻہ شڪار ڪرڻ ٿي چاهيا: هڪ، اياز کي قومي تحريڪ کان ڇني، هن جي آزاد حيثيت ختم ڪري، ڪيس فقط سنڌ يونيورسٽيءَ تائين محدود ڪرڻ ٿي چاهيو، ۽ ٻيو: شيخ اياز جي هماليہ وانگر بلند شخصيت کي پورا پورا ڪرڻ ٿي گهريو- جيڪا شخصيت 'سنڌ جي سائين' جي. ايم. سيد کان پوءِ 'سنڌ جو آواز' بنجي، سڄيءَ سنڌ ۾ ميتا ماٺي ڇُڪي هئي. ايازَ کي جي. ايم. سيد، محمد ابراهيم جويي ۽ سوڀي گيانچندانيءَ روڪيو هو تہ هُو وائيس چانسلر نہ ٿئي، پر ڀُٽي جهڙي ذهين ۽ زيرڪ سياستدانَ، ايازَ جهڙي معصوم شاعر کي پنهنجين ڳالهين جي دام ۾ ڦاسائي ورتو- ۽ ايازُ ذهن ۾ هڪڙا خواب سجائي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ آيو تہ هُو ٽئگور وانگر سنڌ يونيورسٽيءَ کي شانتينڪيتن بنائيندو- ڪي چون ٿا تہ ايازَ اهو عهدو 'طلب جي تنوار' يا 'ماٹڪ مُٺ ۾' حاصل ڪرڻ لاءِ ورتو هو، پر حقيقت ۾ ائين نہ آهي: ڇو تہ ايازُ وڪالت ۾ وائيس چانسلريءَ کان

سؤ پيرا وڏيڪ ڪمائيندو هو. پر اياز ڪي سمجهڻ ڪپندو هو تہ سنڌ يونيورسٽي، شانتينڪيتن نہ هئي ۽ نہ پاڻ ٽئگور هو. ٽئگور، شانتينڪيتن جو آزاد ۽ خود مختيار وائيس چانسلر هو ۽ شانتينڪيتن، ڪنهن بہ چانسلر يا يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن جي محتاج نہ هئي؛ جڏهن تہ اياز، هڪ پابند يونيورسٽيءَ جو سرڪاري ملازم بنجي آيو هو، جتي جي هڪ بہ اُستاد ۾ اِها لياقت نہ هئي، جو سوپي گيانچنداڻيءَ جهڙي ڪنهن شاگرد جي ڪتابن ۾ دلچسپي ڏسي، اُن کي 'موهن جي دڙي جو ماڻهو' (Man from Mohen-Jo-Daro) سڏي ۽ کيس ٽئگور کان لائبرريءَ ۾ ڪتابن پڙهڻ جي اجازت وٺي ڏئي. هتي تہ سنڌ يونيورسٽيءَ جا اُستاد، ڪرمنل، ڌوهاري ۽ داداگير شاگردن کي 'سُريتن' وانگر تاتيندا ۽ گهرن ۾ رَهائيندا هئا، ۽ وقت تي وائيس چانسلرن خلاف ميدانَ ۾ لاهيندا هئا.

آءُ اِن راءِ جو آهيان تہ اڄ اُنهن سيني شاگردن کي، جيڪي اياز جي وائيس چانسلريءَ واري دور ۾ ريسٽيڪيٽ ٿيا هئا، ان ڳالهہ جو اعتراف ڪرڻ گهرجي، تہ هو ڪهڙن اُستادن ۽ عملدارن جي هٿن ۾ ڪيڏيا، ۽ انهن اُستادن ۽ عملدارن کي بہ (جيڪي زنده آهن) اعتراف ڪرڻ گهرجي تہ سرڪار جي شطرنج تي ڪيئن مُهرا بڻجي، اياز جي خلاف هٿن سازش ڪئي ۽ ان جي ڪردار کي داغدار بنائڻ جو ڏوهہ ڪيو هو. اڄ اُنهن ريسٽيڪيٽ ٿيل شاگردن مان گهڻائيءَ جو ڪردار تاريخ جي لَتَ هيٺان لتاڙجي، 'ڏپارو' بنجي چڪو آهي؛ ۽ اڄ قومي تحريڪ جي اُجري ڪردارَ عبدالواحد آريسرَ کي اهو اعتراف ڪرڻو پيو آهي تہ 'اها حقيقت پنهنجيءَ جاءِ تي آهي تہ سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ انتشار، انارڪزم ۽ ڪرائيم جو زور انهن ٽي سالن ۾ وڌيو، جن سالن ۾ اياز جي شاعريءَ کي قومي تحريڪ کان الڳ ڪيو ويو.'

اياز، پيارَ جي پيچرن ۽ فطرت جي حسن جو شاعر هو، هُو سياست جي سنگلاخ سرزمين جو مسافر نہ هو. هن کي پُٺي جهڙي شاطر سياستدان، سياسي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائي، سندس ذات تي برف جمائي ڇڏي هئي- يونيورسٽيءَ جي پوري دور جي اُن اڪيلائيءَ، ڪرب ۽ پڇتاءَ جو اظهار، سنڌ جي هن منصور شاعرَ، پنهنجي شعري مجموعي 'لڙيو سج لڪن ۾' ڪيو آهي- ۽ تازو پنهنجي آتم ڪٿا 'ڪٿي نہ پيجبو ٽڪ مسافر' ۾ لکيو اٿس تہ "جڏهن مان وائيس چانسلر هوس تہ مُنهنجو من وارياسي وانگر هو، جو برسات لاءِ سڪندو آهي. مون کي چارئي سال آسمان ۾ اڇاڻ تي مائل

اوچائي نظر آئي هئي، پر شعر جي برسات نہ پئي هئي. ڪڏهن ڪڏهن روح ۾ تاڙو تنواريندو هو ۽ مورَ دانهون ڪندا هئا، پر روحَ مينهن ڦڙيءَ لاءِ واجهائيندو هو. اهي نوڪريءَ وارا چارئي سال مون لاءِ اڳهاڙا سال هئا ۽ اُهو محاورو ٺر ۾ ڏڪار لاءِ استعمال ڪندا آهن. مان هونءَ تہ ڪڏهن بہ پڇتائيءَ وانگر محسوس نہ ڪيو هو تہ: 'مون کي ڏنءُ ڏئي، ڏولو ڏٽ قراريو؟' آخر ميندڙو مومل ڪان سواءِ ڇا آهي؟ ڇا شاعر ذات کي ڇڏي ڇٽن پائي سگهندو آهي؟ پر اِهي چار سال مون تي مٿين سٽ ڇانيل رهي. مون پنهنجو ڏاڍو وسُ ڪيو، پر نوڪري منهنجي وس جي ڳالهہ نہ هئي. وڪالت ۾ ڪيتريون بہ مجبوريون هيون، پر مان آزاد هوس. منهنجو روح آزاد هو، منهنجي شاعري آزاد هئي." (ص 18-117)

اها حقيقت آهي تہ اياز شخصَ، سياسي فيصلن کي سمجهڻ ۽ پرکڻ ۾ ضرور غلطي ڪئي هوندي، پر اياز شاعرَ، ڪڏهن بہ ماحول سان مصلحت آميزي نہ ڪئي آهي؛ ڇو تہ هو ان کي عظيم گناهہ سمجهندو هو. اهو نظريو شاهہ سچل ۽ ساميءَ جو هو، ۽ ساڳيو نظريو استاد بخاريءَ ۽ اياز جو بہ هو-هن جي شاعريءَ جو آسڻ اريج ۾ هو:

آسڻ جن اريج، تن جي وِهہُ جو ورڻ ٻيو-!

(شاهہ)

ان ئي دور ۾ سائين جي. ايم. سيدَ، اياز سان رُنو ۽ ڪيس ڏوراپا بہ ڏنائين، پر هن ٻنهي جو هڪٻئي سان پيارُ اهڙو هو، جهڙو گانڌيءَ ۽ نهروءَ جو هڪٻئي لاءِ. نهروءَ گانڌيءَ لاءِ چيو هو:

"منهنجو پوڙهي سان پيارُ تہ ڏاڍو آهي، پر آءٌ ڪيس سمجهي نہ سگهيو آهيان." ساڳيءَ طرح اياز ۽ جي. ايم. سيد جي ميارن ۽ ڏوراپن جي متاستا، ۽ اُن جي پٺيان لڪل بي پناهہ پيارَ ۽ احترام کي اسان جي دور جي 'اٽڄاڻ ڄاڻن' ۽ 'بي سمجهہ سَمجهن' نہ سمجهيو هو:

هي اڻڄاڻ ڄاڻو، هي بي سمجهہ سمجهو،

پريءَ بزم ۾ مون اڪيلو گذاريو! (اياز)

ان دور جا 'اٽڄاڻ ۽ بي سمجهہ شاگرد'، جيڪي پاڻ کي 'ڄاڻو ۽ سمجهدار' سمجهندا هئا، سي شيخ اياز جي شديد مخالفت ڪندا هئا، ۽ سائين جي. ايم. سيد وٽ اياز لاءِ احترام ۽ پيارُ ڏسي، مُنجهي پوندا هئا، ۽ سندس آڏو اياز جي خلاف سخت زبان استعمال ڪندا هئا ۽ اُن جي وائي

---

مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!

’سنڌ ديس جي ڌرتي، توتي پنهنجو سيس نمايان‘ تي پابندي وجهڻ جو مطالبو ڪندا هئا- پر سيدُ، اياز کي ياد ڪري، هُن جي بي مُروتيءَ تي اِهو چئي روئي پوندو هو تہ:

”ڪا مُونهين ۾ وڏِ، نا تہ سڄڻ سڀاجهيندڙ گهڻو!

اها وحدت الوجوُدي ڪيفيت، فقط محمد ابراهيم جويي، سوڀي گيانچنداڻيءَ، عبدالواحد آريسر ۽ تنوير عباسيءَ جهڙا سچا سنڌ پرست ئي سمجهي سگهندا هئا.

اياز تي وائيس چانسلريءَ جي حوالي سان ٿيندڙ تنقيد، سندس ’انتظامي صلاحيتن‘ جي ڪوٺ تي تنقيد هئي، نہ سندس شاعريءَ ۽ فڪر تي تنقيد.

اياز تي ٻي وڏي تنقيد، جماعت اسلاميءَ ۽ جمعيت الشعرائي لڏي طرفان ٿي: جيڪا تنقيد، صرف اياز تي نہ هئي، پر سموري جديد سنڌي ادب ۽ سنڌ جي پنج هزار سالہ فڪر ۽ شعور تي تنقيد هئي؛ جنهن فڪر جو رهبر لطيف هو، ۽ ان وقت، جنهن جا وڏا شارح: جي. ايم. سيد، محمد ابراهيم جويو ۽ شيخ اياز هئا- سردار علي شاهہ ذاڪر کان وٺي ابراهيم خليل ۽ قربان بگٽيءَ تائين، اياز تي جيڪا بہ تنقيد ٿي آهي، اُن ۾ الحاد، ڪفر ۽ ملڪ دشمنيءَ جا الزام آهن- ان تنقيد جي جواب ۾ ان وقت ابن حيات پنهور ’سنڌي ادب ۽ اسان جا اديب‘؛ مولانا غلام محمد گراميءَ ’مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات‘؛ ۽ رسول بخش پليجي ’انڌا اونڌا ويڄ‘، جهڙا مقالا ۽ ڪتابڇا، ۽ محمد ابراهيم جويي، رشيد ڀٽيءَ ۽ ٻين جديد ادب جي همعصر اديبن، مقالا، مهاڳ ۽ مضمون لکي، جديد سنڌ دوست ادب جو بچاءُ ڪيو هو.

شيخ اياز تي هڪ تنقيد، هُن جي ذاتي روين ۽ ميل جوَل جي حوالي سان بہ ٿيندي رهي آهي. وڪالت جي مصروف پيشي کان پوءِ، شاعر اياز جي شاعراڻي دنيا ۾ جيڪڏهن ڪو دخل انداز ٿيندو هو يا ڪو ساڻس ڪچهري ڪرڻ جو خواهشمند هوندو هو، تہ اياز اڪثر حالتن ۾، ميل جول کان لنوائيندو هو. نتيجي طور اياز کي ’هڪ مغرور شخص‘، ’ڪنڊ ۾ ڪليءَ وارو ماڻهو‘، ’شاعر وڏو ۽ شخص ننڍو‘ جهڙا طعنا ۽ لقب ڏنا ويا. ان قسم جي تنقيد اسان مان اُهي دوست بہ ڪندا هئا، جيڪي اياز جي شاعريءَ جا تہ عاشق هئا، پر هُو اياز مان بذات خود بہ اها توقع رکندا هئا تہ هُو ملڻ جلڻ ۾

۽ سهل ۽ سولو هجي. منهنجي من- پسند ليڪن مان آغا سليم پنهنجي ڪالم ’اياز ۽ عظمتن جون اڪيلايون‘ ۾ اُن ڳالهه جو اعتراف هن ريت ڪيو آهي ته ”اسان هن جي ذاتي زندگيءَ تي اعتراض ڪيا، هن تيَ ذاتي نقطئه چيني ڪئي ۽ ادبي تنقيد جي نالي ۾ هن کي لويو- پر اياز، شاعر ٽوڙي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ اسان کان وڏو هو.“

هڪڙي تنقيد، اياز تي محترم عبدالواحد آريسر به ڪئي هئي، جڏهن ايازَ هڪڙي انٽرويوءَ ۾ چيو هو ته ”وڙهندي مرڻ ڪا وڏي ڳالهه ڪونهي. پٺو بي وس هو، بنديوان ۽ بيمار هو، هو ٻن سالن کان وڏيڪ ضياءَ جيَ آمريت جو مقابلو ڪندو رهيو. ان لاءِ نفرت جو اظهار ڪندو رهيو ۽ آخر نه مڃيائين ۽ نيٺ شهيد ٿيو. شاهه بلاول به اڌ ڪلاڪ ڪهاٽي ۾ پيڙايو ويو هو. هو ٻن سالن لاءِ وڏيڪ پيچ تاب ۾ رهيو، اضطراب ۾ رهيو. شاهه عنايت کي گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ تلوار هيٺان سر رکي شهيد ڪيو ويو هو. پُٺي وانگر سڄو سال مڇيل مهاڙن جو عذاب نه ڀوڳيو هئائين.“

آريسرَ اياز تي تنقيد ڪندي لکيو هو ته ”اياز اها ڳالهه ڪري حقيقت ۾ مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت شهيد جي مقدس رَتَ جي توهين ڪئي آهي... هتي مسئلو سزا جي ’ڪميت‘ جو نه پر ’ڪيفيت‘ جو آهي، ڪڏهن ڪڏهن گهڙيءَ جو عذاب صدين جي عذاب ۽ پيڙا کان ڳورو هوندو آهي. ۽ گهڙيءَ جي عظمت ۽ اهميت جي باري ۾ اياز خود هڪ هنڌ لکيو آهي ته: ’مون تي ڪنهن وقت گهڙيءَ ڪن لاءِ ڪائي ڪيفيت طاري ٿيندي آهي ۽ اُن گهڙيءَ ۾ مون تي پوري ڪائنات لاءِ صدين واري ڪيفيت گذري هوندي.‘ آءٌ سمجهان ٿو ته پوري انساني تاريخ ۾ سون هزارن سالن جا عذاب ۽ اذيتون گڏ ڪيون وڃن، تڏهن به اُن اڌ ڪلاڪ واري ڪيفيت جو پڙ ڳرو رهندو“- وغيره. آريسرُ ’واويلا وٺڪار‘ واري اُن تنقيدي مضمون ۾ ڪافي تلخ ٿي ويو هو، ۽ اها تلخي محسوس ڪندي، ساڳئي مضمون ۾ هن لکيو هو ته ”آءٌ اڄ به ايازَ کي هن دور جو، دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر سمجهان ٿو ۽ سندس خلاف لکڻ مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ ايترو ئي اذيتناڪ آهي، جيترو پنهنجي پيءُ جي ڪنڌ تي ڇرو وهائڻ“- ۽ آريسر جي اُن تنقيدي نشتر کي ايازَ ’شبليءَ واري گل‘ سان ڀيٽ ڏني هئي؛ ۽ جڏهن ايازُ بمبئيءَ ويو هو تہ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ کي اکين ۾ لڙڪ آڻي چيو هئائين ته ”آريسرَ مون تي تنقيد ڪري، مون کي ڏکويو آهي، هن مون کي شبليءَ وارو گُل هنيو آهي، ڪيس ائين نه ڪرڻ ڪپي

مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!

ها." پوءِ جڏهن آريسرُ هندستان ۾ ڪنهن سيمينار ۾ شرڪت ڪرڻ ويو هو تہ اُتي ڪيرت ٻاٻاڻيءَ ڪيس اياز واري ڳالهہ ٻڌائي هئي، ۽ آريسرُ انڊيا مان موٽندي پهرينءَ فرصت ۾ اياز سان ملڻ ويو هو، ۽ اُن ملاقات ڪي پنهنجي ڪالم 'همالیا، آءٌ ۽ وقت جي وچوٽيءَ' ۾ قلمبند ڪري ڪفارو ادا ڪيو هئائين ۽ لکيو هئائين:

"خبر ناهي ڪيترّي وقت ڪان پوءِ آءٌ وقت جي ڏوڙ ۾ لتجي، ليٽڙجي، ڏِڪا ۽ ٿاٻا کائي، سنڌي شاعريءَ، علم ۽ فڪر جي همالیا شيخ اياز سان ملڻ ويس. وچ واري وقت ۾ اسان ۾ ڪي قدر رنجشون رهيون هيون. هُن پٺتي صاحب لاءِ ڪي ڳالهيون چيون هيون، شاهہ عنايت ۽ مخدوم بلاوَل جي حوالي سان. منهنجيءَ نظر ۾ اُهي صحيح نہ هيون، اُن ڪري مون هڪ زوردار مضمونُ اياز جي خلاف لکيو هو، جنهن ڪري رنجشون پيدا ٿيون هيون. مضمون لکڻ جي باوجود اياز جي شاعريءَ جي مهانتا ۽ اُن جا اُلا، منهنجيءَ دل ۾ جهَڪا نہ ٿيا هئا. جنهن جو اظهار بہ آءٌ وقت بوقت ڪندو رهندو هوس. پر پوءِ بہ ويجهڻ ڪان اڳ سوچيم پئي تہ خبر ناهي ايازُ مون سان ملي يا نہ!

خير جڏهن سندس ڪلفٽن واري فليٽ جي گهنٽي وڄايم تہ هڪدم سندس نوڪر دروازو ڪوليو، ۽ نالو پُڇي اندر هليو ويو. وري اُنهيءَ گهڙيءَ واپس اچي چيائين تہ "اچو!" اسان جيئن اندر گهڙياسين تہ ايازُ نائيٽ ڊريس ۾ ويٺو هو. آءٌ عادت موجب ڪيس جهَڪي مليس. منهنجو اُهو جهڪڻ شخص اياز لاءِ نہ، پر سندس اُنهيءَ سدا بهار ۽ لازوال ذاتِ لاءِ هو، جنهن ذات سنڌڙيءَ ساريءَ کي گهنبو بنايو هو؛ جيڪا تعليمي ادارن ڪان اڳتي وڌي مندر ۽ مسجد تائين پهچي ويئي هُئي؛ جيڪا هاڻي پڙهيل ماڻهن ڪان ٿيندي، الهڏني خاصخيليءَ ۽ اسلم ٽُنئي جي سُريلن آوازن جي لهرَن ذريعي ڏنار پنهوار ڪي پنهنجن پاڪرن ۾ وٺي رهي آهي- ۽ مون کي يقين آهي تہ اُهو وقت اچي ويو آهي، جو ساري سنڌ نہ رڳو اياز جي چيرين جي ڇم ڇم تي رقص ڪندي، پر اُن جي روشنيءَ جي گهيري ۾ وڪوڙجي ويندي."

ان ئي ڪالم ۾ آريسر، 'واويلا وٺڪار' جي حوالي سان اياز سان ٿيل گفتگوءَ جو ذڪر هن ريت ڪيو هو:

"گفتگو هلندي، مون واري 'مضمون' جو ذڪر آيو. اُن تي اياز چيو تہ، منهنجو مقصد اِهو نہ هو، جيڪو تو سمجهيو. منهنجو مقصد هو تہ مدافعت

وارو وقت ۾ موتَ- شاهه شهيد ۽ مخدوم بلاولَ حياتيءَ ۾ پُٺي ڪان عظيم تر هئا، ۽ اُهي ماڻهپي جي جنهن بلند مينار تي بيٺا هئا، اُتان هو ڪهڙي به قسم جي موت کي مُرڪندي قبول ڪري سگهيا ٿي. پر هنن جي نظرن ۾ موتَ ٻالي ڪا شيءِ هوندي ئي ناهي. آءٌ به اڄ اِن نظريي تي پهتو آهيان. پر پُٺي، جنهن ماحول ۾ جنم ورتو هو، ۽ جنهن طبقي سان هُن تعلق رکيو ٿي، اُتي ايڏو مقابلو ڪرڻ ۽ موت قبولڻ وڏي ڳالهه هئي. بهرحال، مخدوم بلاول ۽ شاهه عنايت کي ايتريقدر قيد ۽ بند ۾ رهڻ جو موقعو ئي نه مليو، ۽ جيڪڏهن موقعو ملي ها ته اُهي يقينن وڏيڪ ثابت قدميءَ جو مظاهرو ڪن ها." آءٌ اياز جا دليل پڙهي رهيو هوس ۽ سندس نادان دوستن جا دليل به منهنجي ذهن ۾ هئا، جن نه اياز جي مفهوم کي سمجهيو هو، ۽ نه ئي منهنجي ڳالهه پروڙي هئي."

پر منهنجي دوست جامي چانڊيي، جڏهن ايازَ بابت تنقيدي مضمونَ ترتيب ڏئي ڪتابي صورت ۾ ڇپايا هئا ته هن بد ديانتيءَ جو مظاهرو ڪندي، آريسر جو اُهو مضمون 'هماليه آءٌ ۽ وقت جي وڇوٽي' (جيڪو هن کي مون اُن ڪتاب جي ابتدائي ترتيب وقت مهيا ڪيو هو) ته ڪتاب ۾ شامل نه ڪيو، پر 'واويلا وڏڪار' ۽ اُن جي جواب ۾ اعجاز منگيءَ ۽ رسول بخش پليجي جا مضمون شامل ڪري ڇڏيا- ۽ ڪتاب جي مقدمي ۾ 'جماعت اسلاميءَ ۽ قومپرستن' کي هڪ قطار ۾ بيهاري، 'پليجائي بغض' جو مظاهرو ڪيو- جيڪڏهن جامي، هن ڪتاب ۾ قربان بگٽيءَ جو تنقيدي مضمون شامل ڪري پئي سگهيو؛ پليجي جو پورو ڪتاب 'انڌا اونڌا ويڄ' ۽ آريسر جي مضمون جي جواب ۾ لکيل پليجي جو تنقيدي مضمون، ڪتاب ۾ ڏئي پئي سگهيو ته آريسر جو ڇئن صفحن وارو ڪالم 'هماليه، آءٌ ۽ وقت جي وڇوٽي' به شامل ڪري پئي سگهيو. اُن سان نه ڪتاب جي صفحن ۾ ڪو وڏو اضافو ٿئي ها، ۽ نه 'سنڌيڪا اڪيڊميءَ' جو لائق پبلشر، نور احمد ميمڻ ڪو اعتراض ڪري ها!

اسان کي تنقيد ۽ ترتيب وقت انصاف کان ڪم وٺڻ گهرجي. آريسر جي پڇتاءَ ۽ جوابي ڪالم کان پوءِ خُود اياز پنهنجي ڪتاب 'ڪتين ڪر موڙيا جڏهن' (ياڳي پهرئين) ۾ ٻن هنڌن تي آريسر جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

- "آريسر به اڇڻ وارو آهي، جنهن مون کي شبليءَ وانگر ڳل هٽي پڇتايو آهي. (ص 51)
- "آريسرَ جنهن، ڪنهن غلط فهميءَ سبب مون سان ڪجهه تلخ ڪلامي

ڪئي هئي، پر منهنجيءَ نظر ۾ هُو هڪ سمجهدار محب وطن آهي." (ص 54)

اياز جي مقابلي ۾ 'قومپرستن' ۽ 'آريسر' لاءِ جاميءَ جو رايو ۽ رويو توجهه طلب آهي:

"باغي اياز جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ٿيو ته 'قومپرستاري' مٿس ڪاوڙجي پئي ۽ هو سندس عتاب جو شڪار ٿيو... جيتوڻيڪ عبدالواحد آريسر جو هن ڪتاب ۾ شامل مضمون 'واويلا وٺڪار' گهڻو گهڻو پوءِ لکيو ويو ۽ اُن جو بظاهر سبب ٻيو هو، پر اُها تنقيد دراصل سنڌيءَ جي 'قومپرستارن'، جي ايازَ جي مٿان اُن پراڻيءَ 'ڪاوڙ' جو تسلسل هئي."

جاميءَ، 'قومپرستيءَ' کي 'قومپرستاري' ۽ 'قومپرستن' کي 'قومپرستار' سڏي، جنهن نفرت جو اظهار ڪيو آهي، اُهو دانشورانه انداز نه آهي، بلڪ سندس ڪنهن 'قائد' (پليجي) جي 'فتوائن' ڪان پوءِ پيدا ٿيل 'تنقيدي فضا' کي ماٺي ڪرڻ ۽ اُن جي رخ تبديل ڪرڻ جي خوبصورت اديباڻي ڪوشش آهي.

اياز تي تنقيد جو هڪ رخ اُهو به آهي، جيڪو اياز جي زندگيءَ جي پوين ڏينهن ۾ سندس همعصر، گهڻ پڙهئي ۽ لفظن جي حُرمت سان هٿ چراند ڪندڙ برک ڏاهي طرفان ٿيندو آيو آهي:

- "اياز کي سولي سنڌيءَ جو اکر به لکڻ نٿو اچي."
- "اياز کان جيل مان نڪرڻ کان پوءِ نه رڳو ذات، پر سولي سنڌي به وسري وئي آهي."
- "اياز کان اصلي شاعري وسري وئي، وٽس رڳو وچي گهاڙيتن جو فن رهيو آهي."
- "شرافت جي ڳالهه ته اها آهي ته اسان شيخ ايازَ جي آخري دور واري شاعريءَ جي باب کي بند ڪري ڇڏيون."
- "اياز جي پوئين شاعريءَ ۾ ڪو فڪر ڪونهي، ڪو خيال ڪونهي، هن جي شاعري رڳو شاعريءَ براءِ شاعري آهي."

اَءُ سمجهان ٿو ته اها رائِ، انتها پسنديءَ تي ٻڌل ۽ ايازَ جي فن ۽ فڪر جي اُتاچري مطالعي ۽ سندس شخصيت سان سازَ جي بنياد تي قائم ڪئي وئي آهي. شايد ڪي ماڻهو اذيت پسند (sadist) ۽ پاڻ تي تنقيد نه سهندڙَ ٿيندا آهن، اُهي ٻين جي اَهانت ڪندي ۽ اُنهن تي بيجا تنقيد جا تيرَ اڇلائيندي

خوش ٿيندا آهن، پر سندن سوچ ۽ طريقهٔ عمل تي ڪو راءِ زني ڪندو آهي تہ بِرُ ٿي ويندا آهن ۽ فتوائن جا دفتر کولي ويهندا آهن.

ايازَ، جنهن هن دور جي سنڌي ٻولي تخليق ڪئي آهي، اُن لاءِ اهو چوڻ تہ 'ڪيس سولي سنڌيءَ جو اکر بہ لکڻ نہ ٿو اچي'، زيادتي آهي. اياز جي شاعريءَ جي ٻُولي، ڀِٽائيءَ جي وحدت الوجود جي ٻولي آهي ۽ اُن جي حسناڪيءَ سان جديد دور جو ورلي ڪو شاعر برميچي سگهي ٿو. نارائڻ شيام، اُستاد بخاريءَ، نياز همايونيءَ، تنوير عباسيءَ ۽ هن دور جي ٻين وڏن شاعرن وٽ بہ سنڌي ٻولي پنهنجي پوري جوبن ۽ حُسن سان موجود آهي؛ پر اياز جي ٻوليءَ جو حُسن پنهنجو آهي، جنهن کان انڪار، ڏينهن جي روشنيءَ کان انڪار جي برابر آهي.

اياز لاءِ اهو چوڻ تہ ساهيوال جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ 'هن کان نہ رڳو ذات پر سولي سنڌي بہ وسري وئي': سڌوسنئون ايازَ جي فن ۽ فڪر کان انڪار آهي. ايازَ جيل وڃڻ کان اڳ چند ڪتاب لکيا هئا، جن جي ٻوليءَ ۾ ڀِٽائيءَ جي ڪلاسيڪي ٻوليءَ جي ڀيني ڀيني خوشبوءِ موجود هئي، پر جيل کان ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ ايازَ 50 کن ڪتاب لکيا آهن، جن ۾ وڏو حصو شاعريءَ جو آهي. اياز جهڙي جماليات جي جوبن سان ڀرپور ٻولي، خود اسان جو فاضل نقاد ۽ برڪ ڏاهو بہ نہ لکي سگهيو آهي: جنهن جي ٻوليءَ ۾ 'ڇُهنڊڙيون ۽ چَڪَ' وڏيڪ آهن. جڏهن تہ اياز جي ٻولي، انساني امنگن ۽ احساسن جي ٻولي آهي؛ جنهن ۾ مُرڪون بہ آهن تہ ٽهڪ بہ آهن؛ ڳوڙها بہ آهن تہ پيار ڀريا ڀاڪر بہ آهن؛ ڌرتيءَ سان پيار جي خوشبوءِ بہ آهي تہ شهيدن جي مقدس رت جي سڳنڌ بہ آهي؛ انسانيت سان اُنس بہ آهي تہ انياءَ سان اٽڪاءَ ۽ احتجاجَ جو آواز بہ آهي. ايازَ جي شاعريءَ جي ٻولي تہ مترنم آهي، پر سندس نثر بہ جمال ابڙي جي ٻوليءَ وانگر رقص ڪندو نظر اچي ٿو. سندس ٻولي ڪٿي اهڙي سولي ۽ سلوڻي آهي، جهڙي ننڍڙي ٻار جي مُرڪ، تہ ڪٿي اهڙي خوبصورت آهي، جهڙو سنڌي تصوف جو تصور-!

اياز جي پوئين شاعريءَ تي اهو الزام تہ ايازَ 'وٽ رڳو وچي گهاڙيٽن جو فن رهيو آهي': ڪو بہ وزن نہ ٿو رکي؛ چو تہ جن بہ ايازَ جي اوائلي شعري مجموعن جو مطالعو ڪيو آهي، تن کي ڄاڻ آهي تہ ايازَ جي ٻهرين شعري مجموعن ۾ گهاڙيٽن جي نواڻ ۽ هيئت جا تجربا وڏ ۾ وڏ موجود آهن، جڏهن تہ پوئين دور ۾ ايازَ گهاڙيٽن کي ٽوڙيو ۽ ڇند ۽ عروض جي وزنن کي آڳرين جي چوٽين تي نچايو ۽ رُڪنن کي پنهنجيءَ مرضيءَ سان وڌايو گهٽايو ۽ بدلايو آهي.

"اياز پوئين دور ۾ رڳو شاعري براءِ شاعري ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪو فڪر ۽ خيال ڪونهي، اُن ڪري اياز جي پوئين شاعريءَ جي باب کي بند ڪرڻ گهرجي"- هيءَ راءِ به اياز جي پوئين شاعريءَ جي مطالعي کان سواءِ ۽ سطحي قسم جي تنقيد آهي. اياز شاعريءَ ۾ آرٽ جو قائل آهي، چو ته جنهن شاعريءَ ۾ آرٽ نه آهي، اُها ڊڪاٽڪيءَ ۽ سگهڙ پڻي تي ٻڌل آهي؛ جنهن ۾ لفظي تجنيس ۽ جڙاءُ ته هوندو آهي، پر اُن ۾ آرٽ ۽ فڪر نه هوندو آهي. اياز جي ڪجهه نثري ٽڪرن ۽ خيالن کي ڇڏي، سندس پوئين پوري شاعريءَ جو گهرو مطالعو ڪبو ته اُن ۾ اياز جي سڄيءَ زندگيءَ جي رياض، مشاهدي، مطالعي ۽ نتيجن جو نچوڙ نظر ايندو. اياز جي اصل صورت، سندس سمورن رُخن سميت سندس پوئينءَ شاعريءَ ۾ موجود آهي. سندس سموري فڪري ارتقا ۽ تضادَ. سندس پوئين شاعريءَ ۾ موجود آهن.

اسان جي ڪن نقادن جي راءِ آهي ته 'اياز ابتدا ۾ ترقي پسند هو، ون يونٽ واري دور ۾ قومپرست هو ۽ هاڻي صوفي آهي'- ائين اياز کي 'خانن' ۾ ورهائڻ ۽ ترقي پسنديءَ، قومپرستيءَ ۽ تصوف کي هڪٻئي جي تضاد ۾ آڻڻ نااِنصافي آهي. اياز جي شاعريءَ ۽ شخصيت ۾ سنڌ جو خاص فڪري ورثو؛ حب الوطنيءَ جو تاريخي شعور؛ مشرق جا قديم ديومالائي تصور؛ سنڌ، هند، ايران ۽ مغرب جي تصوف جون سرمستيون ۽ سرمدي نغما؛ جديد سياسي ۽ سماجي شعور ۽ نظرين جو آهنگُ ملي هڪ اهڙي گلدستي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي، جنهن کي ڌار ڌار دورن ۽ خانن ۾ ورهائي نه ٿو سگهجي. مونس ايازَ جا خيال اڌارا وٺي، اُن ۾ معمولي ترميم ڪرڻ سان، اياز جي جيڪا صورت بيهي ٿي، سا هن ريت آهي:

"ايازُ سچ جو پارکو، سچو پچو ديش ڀڳت، اڌو ڳابرو ساميوادي، وجودي ۽ وحدت الوجودي ۽ اُنهن کان متانهون موهن جي دڙي جو ماٿهو ۽ سنڌ جو سچو عاشق هو. ايازُ، باغي، انقلابي ۽ صوفي هو ۽ اول آخر هڪ سنڌي هو. سندس ڪلام ۽ فڪر کي ملائي ڏسجي ته تضادن جي اِڪائيءَ تي مشتمل هڪ جدلياتي ايڪائي ملندي ۽ هڪ 'خيالِ ڪُل' نهندو. سچل وارو اُهو 'جوئي آهيان، سوئي آهيان' ملندو، جيڪو لطيف سائينءَ جي ڪراڙ ڏنڊ کي ارپيل پُراسرار ۽ باغياڻي ڪلام جي صورت ۾ ڪَپَ تي تري آيو آهي."

ايازُ، آغا سليم جي لفظن ۾ هن دور جو 'وڏي ۾ وڏو ادبي معجزو' هو، ۽ سندس شاعري، محمد ابراهيم جويي جي لفظن ۾ 'هن دور جو وڏي ۾ وڏو ڪرشمو' هئي، جنهن جو ادراڪَ، اياز کي پنهنجي پوئين دور واريءَ شاعريءَ ۾ ٿي چڪو هو، جڏهن چيو هئائين ته:

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

”منهنجو هر نظم چاهِ نخشب آهي، جنهن مان روز چنڊ اُڀري رهيو آهي. منهنجي شاعريءَ کان وڌي ڪرامت ڪهڙي ڏسڻ ٿو چاهين؟“

( ’سر لوهيڙا ڳيتا‘ – ص 266)

اياز پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جو آئينہ دار ۽ ترجمان ٿي اُڀريو آهي. اسان جا هڪڙا دوست هڪ طرف اياز کي ’فڪري مونجهارن جو شڪار‘ سڏين ٿا، تہ ڪڏهن اُن راءِ جو اظهار ڪن ٿا تہ ’مٿس وقت جو حاوي فڪر ڇانيل رهيو‘ تہ ڪڏهن سنڌي سماج جي نسبت سان اياز کي ’هن دور جو ترجمان نہ‘ پر ’مستقبل جي سنڌ جو ترجمان‘ سڏي، ابهام جو اظهار ڪن ٿا؛ سي منهنجيءَ نظر ۾ پاڻ ’فڪري مونجهارن‘ جو شڪار آهن ۽ نہ رڳو ’فڪري مونجهارن‘ جو شڪار آهن، پر راءِ جي اختلافن جي ’ڪنڌائين جهنگ‘ ۾ ڦاٿل آهن. ڪين سماج، سنڌ، سائنس ۽ سچ جو ايترو گهرو ۽ وسيع مطالعو ۽ ادراڪ نہ آهي. اياز، اسان کي نہ رڳو دنيا جي فڪري رنگا رنگيءَ کان متعارف ڪرايو آهي، پر هن شاهہ، سچل ۽ ساميءَ سان گڏ اسان کي ايڪويهين صدي بہ ڏني آهي. اياز، شاهہ لطيف نہ هو، پر شاهہ لطيف وانگر پنهنجي دور جو آئينہ دار ۽ ترجمان شاعر هو، جنهن جو اظهار، اياز خود پنهنجن لفظن ۾ هن ريت ڪيو آهي:

”آءٌ يتائي نہ آهيان. هن جي پنهنجي ڳالهہ آهي، منهنجي پنهنجي ڳالهہ آهي. هن جي شاعري پنهنجي دور جي آئينہ دار هئي ۽ منهنجي پنهنجي دور جي آهي. منهنجي پنهنجي دور سان وابستگي آهي ۽ پنهنجي دور جا اثرات مون تي آهن.“

اياز پنهنجو نقاد پاڻ هو– هن پوئين دور ۾ سوويت يونين جي ٽٽڻ کان پوءِ دنيا جي ڪميونسٽ حڪمرانن ۽ سندن پولٽ بيورو جي ڊڪٽيٽرشپ تي جارحاڻي تنقيد ڪئي، ۽ پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ جي نالي ۾ انساني آزاديءَ ۽ عوامي راءِ تي لڳل راتاهن تي ڇوهہ ڇنڊيا تہ ڪاٻي ڌر جي بنياد پرستن چيو تہ ’اياز پنهنجي موقف، اصولن ۽ ماضيءَ جي نقطئہ نظر تان هٽي ويو آهي‘ ؛ پر ائين نہ آهي. اياز جڏهن سرمائيداري فڪر ۽ نظام جي مخالفت ڪئي هئي، تڏهن بہ هن جي آڏو انساني فڪر جي آزاديءَ ۽ عوامي راءِ جي تقدس اوليت رکي ٿي، ۽ پوئين دور ۾ جڏهن هن پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ جي نالي ۾ پولٽ بيورو جي ڊڪٽيٽرشپ تي سخت تنقيد ڪئي تہ بہ سندس آڏو انساني فڪر ۽ عوامي راءِ جي آزاديءَ جي اهميت کي اوليت هئي. البت سندس سوشلسٽ فڪر ڏانهن انتها پسندانہ رويي جي محمد ابراهيم جويي

کان وٺي رسول بخش پليجي تائين ۽ عبدالواحد آريسر کان وٺي جامي چانڊيي ۽ مون تائين سيني مخالفت ڪئي آهي، ۽ اهڙي مخالفت ڪرڻ جو اسان کي حق بہ آهي؛ پر ان مخالفت يا راءِ جي اختلاف جي آڙ ۾ اسان اياز جي فن ۽ فڪر کان ئي انڪار ڪري، سندس شخصيت ۽ شاعريءَ کي 'ڊِس اون' (Disown) ڪري ڇڏيون تہ 'سندس پوئينءَ شاعريءَ جو باب ئي بند ٿيڻ گهرجي'، ڇو تہ هُن اسان جي سوچ سان مطابقت رکندڙ ڳالهيونُ نہ ڪيون آهن- تہ اها اياز سان زيادتي ٿيندي. ايازَ زندگيءَ ۾ ڪنهن جي بہ تقليد نہ ڪئي، ۽ حقيقت تہ اها آهي تہ گذريل صديءَ ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ تقليد ۽ تتبع جي ڪري جيڪو جمود ۽ جيڪا مانار پيدا ٿي هئي، اياز اُن ۾ تحرڪ آڻي، نواڻ ۽ جدت پيدا ڪئي هئي؛ جيڪا 'نواڻ ۽ جدت' ئي محمد ابراهيم جويي جي لفظن ۾ اياز جي 'محبوب صورت' آهي. اياز نہ ماضيءَ ۾ ڪنهن.کان ڊڪٽيشن ورتي، نہ مُئي کان پوءِ هن جو فن ۽ فڪر، ڪنهن ترميم ۽ تقطيع جو محتاج آهي- اسان ڪير ٿيندا آهيون، جن جي آڏو ايازُ پاڻ کي احتساب لاءِ پيش ڪري! اياز پاڻ کي فقط هڪ ئي شخص آڏو جوابدار سمجهي ٿو- هن چيو آهي:

"مان پنهنجي زندگيءَ جو پوتاميل فقط پٽائيءَ کي ڏيڻ چاهيان ٿو، جيئن ڪازان زاڪس، مصور ايل. گريڪو کي ڏيڻ لاءِ تيار هو، جيڪو هِن جو پيشرُو يوناني آرٽسٽ هو- پٽائي نہ صرف منهنجيءَ ٻوليءَ جو شاعر آهي، پر هن کان مُون ڪافي ڪجهہ پرايو آهي."

ايازُ تاريخ جو جوابدار شاعر هو ۽ هن تاريخ ساز شاعرَ، سنڌ جي فڪري رهبر لطيفَ آڏو پاڻ کي جوابدار سڏيو آهي ۽ هُو اسان جي تاريخ جو تت آهي:

جڏهن ويندو سانءِ، تڏهن رُنديس رَتُ،
مان جو پورو تت، هن تنهنجيءَ تاريخ جو!

اياز کي تُنهنجي، منهنجي يا ڪنهن جي بہ تسليم ڪرڻ يا مڃتا ڏيڻ جي ضرورت ۽ پرواهہ نہ آهي، ڇو تہ هُو چئي ويو آهي:

تون جو مون کي ڪين مڃيندين،
مون کي ڪا پرواهہ نہ آهي،
آءُ سپاٽي لاءِ لکان ٿو،
جيڪو نيٺ تہ اچڻو آهي،
مون تي ميڙو مچڻو آهي!

# ايازُ: ڀٽائيءَ جو شارح ۽ تسلسل

روهيڙاڙِي راتِ، سامُهون چنڊُ چِٽاوَ ۾،
مُون کان پوءِ بہ مهڪنديِ، موتُ نہ ڪَندو ماتِ،
جيئين مُنهنجي ذاتِ، مون کان پوءِ بہ ڏيهہَ ۾!

(اياز)

هر شاعرُ هڪ سِرجڻهارُ هوندو آهي، هُو پنهنجيءَ ڪائنات جو پاڻَ اَڏيندڙ هوندو آهي: اِئين شيخُ ايازُ بہ هڪ اهڙو جوڙڻهار ۽ سِرجڻهار هو، جنهن پنهنجي هڪ حسين ڪائناتِ جوڙي هئي، جنهن جو رنگُ ۽ روپُ، جنهن جو حُسن ۽ جمالُ، هُن جو پنهنجو هو ۽ اُن ۾ انفراديت موجود هئي. هر وڏي شاعِرَ ۽ فنڪار لاءِ انفراديت ضروري هوندي آهي؛ ۽ جنهن شاعرَ ۽ فنڪارَ ۾ انفراديت نہ آهي، اُهو تاريخ ۾ اَمرتا ۽ عظمت ماڻي نہ ٿو سگهي. عظمت لاءِ اِنفراديت لازمي عنصرآهي. گُلَ سڀئي سُهڻا ۽ سُرها هوندا آهن، پر هر گُلَ جي سُرهاڻِ ۽ سڳنڌِ پنهنجي هوندي آهي. پکي سمورا سُهڻا، پر پکيءَ پکيءَ ۾ بہ فرق ٿئي. مور، جڏهن ڪارونجهر جي ڪورَ تي نَچندو آهي تہ ڏونگر ڏيئي وانگر ٻَرڻ لڳندو آهي. اِئين جيڪي شاعرَ، تاريخ ۾ جِتي جِتي ۽ جڏهن جڏهن پنهنجيءَ تخليق جي روشني پکيڙيندا آهن، سي زنده جاويد ۽ اَمر رهندا آهن.

سنڌ کي بہ تاريخ جي هر دور ۾ پنهنجا شاعر رهيا آهن، جن سنڌڙيءَ جي سينڌ ۾ ستارا سجايا آهن، ۽ اُن جي سِرَ جي چُنيءَ تي پنهنجيءَ ڦلڙيون ڦلڙيون ذاتِ جا انڊلٺ- رُوپي رنگَ ٽاڪيا آهن. اهڙن شاعرن جي قطار ۾ 'ڪالهہ' کي ڇڏي، 'حال' تي نظر وجهنداسون تہ جديد سنڌي شاعريءَ جي اُڀ تي ڪيئي ستارا، ڪيئي ڪهڪشائون، ۽ چنڊ چمڪندي ۽ سجُ جرڪندي نظر ايندا- ۽ شيخ ايازُ بنا ڪنهن شڪ شبهي جي سنڌي جديد شاعريءَ جو اُهو سجُ آهي، جنهن ڪيترن سيارن ۽ ستارن کي روشنيءَ ڏني ۽ دڳ لاتو آهي. اياز موجوده سِنڌ جو اُهو منفرد شاعر آهي، جنهن جي ڪوتا- ڪائنات جو ڪئنواسُ ايڏو ڪُشادو ۽ وسيع آهي، جنهن ۾ سنڌي

شاعريءَ سان ڳڻ هنديءَ، ميٿليءَ، بنگاليءَ، فارسيءَ، پنجابيءَ، سرائيڪيءَ، اُردوءَ، جپانيءَ، عربيءَ، انگريزيءَ ۽ ٻي مغربي شاعريءَ جي گُوناگُون مطالعي جا پوپٽ- رنگ عڪس موجود آهن. هِن شاهہ، سچل، روحل، ساميءَ ۽ خليفي نبي بخش لغاريءَ جي اڀياس سان ڳڻ هنديءَ، ميٿليءَ ۽ ڪڙي ٻوليءَ جي شاعرن: ڪاليداس، خُسرو، اَمارو، ڪبير، ميران، وِديا پتيءَ، تُلسيداس، رحيم خانخانان، مَلڪ محمد جائسيءَ، جئديو، چنديداس ۽ ڀرتري هريءَ تائين؛ اُردوءَ جي شاعرن: ولي دکنويءَ، نظير اڪبر آباديءَ، غالب، مير تقي ميرَ، ميراجيءَ، اقبال، ن. م. راشد ۽ فيض کان وٺي ساغر صديقيءَ ۽ سردار جعفريءَ تائين؛ فارسي شاعرن ۾: رومي، حافظ، سعديءَ، خيامَ، فيضيءَ ۽ بيدل دهلويءَ تائين؛ بنگالي شاعرن ۾: ٽئگور کان نذر الاسلام تائين؛ پنجابي ۽ سرائيڪي شاعرن: بُلهي شاهہ، شاهہ حسين، وارث شاهہ، سلطان باهوءَ، مادّو لال حُسين، بابا فريد شنڪرگنج کان خواجہ فريد تائين؛ عرب ۽ فلسطيني شاعريءَ ۾: اُمراءُ القيس، ابونواس، جبران خليل ۽ محمود درويش تائين؛ اسپين جي لورڪا؛ تُرڪيءَ جي شاعرن: ابراهيم شناسيءَ، نامق ڪمال ۽ ناظم حڪمت تائين؛ لاطيني آمريڪا جي پئبلونرودا؛ روسي شاعرن: پُشڪن، رسول حمزا توف ۽ مايا ڪو وِسڪيءَ کان وٺي ووزنيسينڪيءَ تائين؛ يونان ۽ مغرب جي شاعرن ۾: هومر، سئفوءَ، چاسر، شيڪسپيئر، ملٽن، شيلي، ڪِيٽس، وليم بليڪ، بائرن، ٽينِي سن، ۽ وردس ورٿ تائين؛ امريڪي شاعر والٽ وٽمن؛ فرينچ شاعرن: ايڊ گرايلن پو، بودليئر، لافورگ جوليس ۽ ڪارل شيپرو تائين؛ ۽ چِليءَ ۽ ميڪسيڪو کان وٺي چين ۽ جپان جي شاعريءَ جو وسيع ۽ ڳوڙهو مطالعو ڪيو آهي.

مُنهنجي دعويٰ آهي تہ ايڏو وسيع ۽ ڀرپور شعوري مطالعو، سِڌو ۽ ترجمن وسيلي دُنيا جي ڪنهن بہ شاعر وٽ ڪونہ هو، جيڏو شيخ اياز وٽ هو. هن نہ رڳو شاعريءَ جي دُنيا جي اُنهن عظيم شاعرن کي پڙهيو هو، پر ڪڙهيو يعني پُرجهيو بہ هو. 'پڙهڻ' ۽ 'ڪڙهڻ' يعني 'پُرجهڻ' بہ عمل آهن، ۽ اياز ٻنهي عملن مان رچي پچي ريتو ٿي نِڪتو هو. اچو تہ اياز جي ڪوتا- ڪائنات ۾ موجود انهيءَ ساري شعري ماحول جو واسُ ۽ وَنُ وٺون ۽ پَسون:

سچل، سامي، پٽَ ڌڻي،
جنهن ۾ پيي ڪا قُرب- ڪڻي،

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

آءُ اُنـهـيءَ جي پـيـرَ پـٺـي،
چو تـہ اُهـو هـيءَ ڌرتـي آ،
چو تـہ چَپَر مـان چاتَ چـٺـي؛
هُونءَ تـہ مُون ۾ "آءُ" گـهـٽـي،
هُونءَ تـہ مـون ۾ "آءُ" گـهـٽـي!

—

اڄ تہ ڪنڌڙيءَ تي ڏيئو جلائي اَچون،
جي "رُوحل" وِسامي ويو تہ
هيءَ ڌرتي وِسامي ويندي!

—

مـان ئـي 'ڪاليداس' هـان، مـان ئـي پِٽائـي،
ميگهہ- دُوت ۾ ڪالَهہ ڪنهن، جا شيءِ ٻُڌائي،
سـامُون سـمـائـي، آ اَڄ سُرَ سـارنـگ ۾!

—

سـاڳي ڳالـهـہ چئـي، بُلـي، پـٽـائـي،
تو جا لنوائي، پنهنجيءَ ٻوڙيءَ ٻُوجهہَ سين!

—

هُو 'باهو سـلطانُ' بـہ آهـي، 'بلـي شـاهـہ' بـہ هُو،
جڻ تـہ پـٽـائـيءَ جي آويءَ ۾، آ اوڇو اوڙاهـہ بـہ هُو،
شال 'فريدا' هُن کي سمجهين، مِهر بہ هُو ۽ ماهہ بہ هُو،
آهہ اَمنُ پيـامُ اُنهيءَ جو، سڀ سان آهي ٺاهہ بہ هُو.

—

سـاڳي 'گـورکـنـاٿ' ۽ پـٽ ڌٽـيءَ جيَ ڀُون،
مـورک! ربٽ نـہ تُون، پرمـپـرا هِن ديس جي!

—

'دادو- پنٿيَ' ڪيترا، اڄ بہ منهنجي ڪَڏِ،
توڙي مـون کي اَڏِ، پـٽـائـيءَ پـيـڙو ڪـيـو!

—

جان جو پڙهيو غور سان، مُون 'ابنِ عربيَ'،
هـر دُنـيـا طـلـبـي، جڻ دِل مـان ڏوبي وئـي.

—

مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!

’ڪَهه مُڪرني‘ ناهيان، اُتيئي آئون،
’خُسرو‘ ڏِنائون، مون کي پُوري ڪندِ ۾.

—

بربط ڪڻ ۾ ’خيامَ‘ جي رُباعي ٻُڌ!
پلا چنگيز ۽ هلاڪوءَ جودور ٻيو ڪهڙيءَ طرح گُذاري سگهجي ٿو.

—

چا هِي ’رويءَ‘ روپ آ، يا آ پِتائي،
وات اُچي وائي، تن تي چو سوچي پئي!

—

مُون ’خيامَ‘ جو رَسُ ۾ ’ميران‘ جا ڳوڙها ملائي،
ڪيئي جام پيتا آهن!

—

’توريت‘ پڙهيو، ’انجيل‘ پڙهيو، ’قرآن‘ پڙهيو سي هُو،
’رومي‘، ’سعدي‘، ’حافظ‘ جو ديوانُ پڙهيو سي هُو
آهہ اِهوئي ڏُک نہ ڪڏهن انسانُ پڙهيو سي هُو،
ڪو نہ سُڃاتا دردَ سندس، درمانُ پڙهيو سي هُو.

—

’بُلهي شاهہ‘ کان پِتائيءَ تائين
سارو اتهاس مُون ۾ آهي،
مان ئيَ سارا گيت آهيان.
’ميران بائيءَ‘ کان ’ٽئگورَ‘ تائين،
ڪوئي تہ آهي،
جو يڪتاري جي تارَ کي ڪَسي رهيو آهي،
مُون ۾،
۽ اجا تہ اُها دِلي نہ ٿي آهي!

—

’غالَب‘ وانگر چو نہ، ننڊ اچي ٿي رات جو،
شايد آهہ پَتو نہ، اڳتي ڪاڏي ٿا وڃون؟

—

چيا تــن ۾ اَت اُڪيرَ هُئي،
جي دوها ڪالهہ ’ڪبير‘ چيا!

هن رامُ، رحيم بئي گهٽ تي،
ڪنهن نامَ مٿان تي گهورَ ڪيا،
هن مدّ- ماتي جو مَتو هو،
’جن پيار ڪيو سي پارِ پيا!‘

ڪي دلِيءَ ۾ درويش هُيا،
تن جي بہ تہ ساڳي وائي هئي،
۽ ’گورڪنات‘ گُڦا ۾ ڪلهہ،
جا پنهنجي جوتِ جلائي هئي،
سا جوتِ پٽائيءَ سنڌوءَ تي،
ڪنهن ڏيئي ۾ ٽمڪائي هُئي؛
اج آءُ پٽائيءَ جو پيدي،
تنهن پيارَ مٿان پُلِ ناهيان ٿو!

ايڏي وسيع مطالعي وارو شاعرُ، شايد ئي ڪو دُنيا ۾ پيدا ٿيو هُجي، جنهن هند، سنڌ، ايران، عربستان، فلسطين، يونان ۽ مغرب جي شاعريءَ ۽ فلسفي جو وسيع ۽ ڳوڙهو اڀياس ڪيو هجي. اياز، تصوف، ويدانت، ڀڳتي تحريڪ، يوناني فلسفي ۽ فِڪر کي پڙهي ۽ پُرجهي، جتي سڄيءَ دُنيا جي فڪري رنگا رنگي، اسان کي پَسائي آهي، ۽ جتي هڪ سچي ۽ انسان دوست صوفيءَ وانگر ’خُذ ما صَفا دَعَ مَا ڪَدر‘ [سُٺو چُونڊي ڪٺو ۽ خراب کي ڦِٽي ڪري ڇڏيو] جي اُصول کي آڏو رکي، پنهنجي شعري ڪئنواس کي ڪُشادگي ۽ تازگي عطا ڪئي، اُتي ڪَوِتا جي ڪراڙ ڍنڍ ۾، پنهنجي نرالي، انوکي ۽ منفرد روپ ۾ اسان جي آڏو اُڀري آيو آهي. هن هميشہ پنهنجيءَ انفراديت کي سربلند رکيو آهي- ۽ ياد رکڻ گهُرجي تہ شيخ اياز، انفراديت ۽ انفراديت پرستيءَ ۾ هميشہ فرق ڪيو آهي؛ ڇو تہ هن جي نظر ۾ ”انساني زندگي اجتماعي آهي ۽ انفراديت پرستي اُن لاءِ مُهلڪ آهي، باقي انفراديتَ هر عظيم فنڪار لاءِ ايتري ضروري آهي، جيتري گُلَ لاءِ خُوشبوءِ!“

پر اِها انفراديت، جتي ٽيڪنڪ ۽ ڏانءَ لاءِ ضروري آهي، اُتي فڪر ۽ تخليق لاءِ بہ لازمي آهي. اِن حوالي سان اسين جڏهن اياز جي ذاتِ ۽ ڏانءَ جو اَحاطو ڪريون ٿا تہ هُو پنهنجي دؤر جو شاعر هوندي، ۽ پنهنجي دؤر جو

ترجمان ۽ آئينہ دار شاعر هوندي بہ پنهنجن همعصرن کان ٽيڪنڪ، ڏانءَ، تخليقي اندازَ ذاتِ جي پرتَ ۽ فڪري اوتَ ۾ نِت نيارو نظر اچي ٿو. اياز ساڳئي وقت لطيفَ جو تسلسل ۽ شارحُ بہ آهي تہ لطيف کان مختلف، اَڃوتو ۽ نئون بہ آهي. هڪ وقت جڏهن هُو چوي ٿو تہ:

اڳِ ۾ هُيس شاهہُ، شَلِ مُون کي سمجهي سگهين،
سنڌڙي تُنهنجو ساهہُ، جَرڪيو منهنجي جيءَ ۾!

تڏهن اياز، پيٽائيءَ جو تسلسل لڳي ٿو. اياز، پيٽائيءَ جا پيرا کڻي پاڻ کي اِدراڪ جي ماضيءَ سان ڳنڍي ٿو، ڇو تہ هُن کي خبر آهي تہ حال ۾ رهندي، مستقبل ڏانهن وِکَ، شاندار ماضيءَ جي سُڄاڻپ، ۽ فڪري تسلسل کان ٿِڙي، کڻي نہ ٿي سگهجي. پر رڳو ماضيءَ جو اولڙو ٿيڻ ۽ رڳو ماضيءَ ڏانهن موٽَ بہ ارتقا ۽ اوسر نہ ليکبي. ارتقا اِها آهي تہ ماضيءَ جي روشنيءَ ۾، 'ڪَلهہ' جي تجربن ۽ نتيجن مان فائدو وٺي، حال جي عمل ۽ اثرن جي انفراديت سان 'مستقبل' جي راز جون ڳنڍيون کولجن.

مُون توکان پوءِ سنڌ کي، بہ سؤ سال ڏٺو،
ڇڏي مَڌُ منو، ڪَڙو آندم ڪيفَ ۾!

اياز سنڌ جي تاريخي شعورَ ۽ فڪريَ تسلسل جي 'مِنائي' ۽ 'ميناج' ('ڪانهي ڪڙائِي، چکين جي چيتِ ڪري') واري مَڌَ ۾ پنهنجي دؤر جون ڪَڙايون ۽ تلخيون مِلائڻ کان پوءِ هڪ انوکي ڪيفَ ۽ خُمارَ جو اظهار ڪري ٿو:

ماپَ بہ ڪهڙي ماپ آ،
ماڻ بہ ڪهڙو ماڻ؟
آءُ پيٽائي ناهيان!

'اڳِ ۾ هُيس شاهہ'، ۽ 'آءُ پيٽائي ناهيانَ' واريون بہ ڪيفيتون، جڏهن ڪي سطحي مطالعي وارا شخصَ، اياز ۾ ڏِسن ٿا تہ هُو منجهي پون ٿا، ۽ هڪڙا فتوائون جاري ڪن ٿا تہ شيخ اياز پاڻ کي 'لطيف ثاني' سڏي، لطيف سان همسريءَ جي دعويٰ ڪئي آهي، تہ ٻيا وري فيصلو صادر ڪن ٿا تہ 'اياز فِڪري مونجهارن جو شڪار آهي.' فن، فڪرَ ۽ شاعريءَ ۾ تضادَ جي اِها جهلڪَ ڏسي، يارَ مُنجهي پون ٿا؛ پر جيڪڏهن اُهي دوستَ، اياز جو وسيع فڪري مشاهدو ۽ مطالعو ڪن تہ ڪين هُوند اياز خُود ئي جوابُ ڏئي مطمئن ڪري وجهي؛ جنهن پاڻ چيو آهي تہ "تضادُ تجربي جي نشاني هوندو آهي."

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

پر هي تضادَ، منهنجيءَ نظر ۾ اُبتڙَ (opposites) نہ آهن، پر اُنهن جي پٺيان تضادن جي اِڪائي يا اتحادُ (unity of opposites) موجود آهي. ايازُ، پٽائي نہ آهي؛ ايازُ، ٽئگور نہ آهي؛ ايازُ، ڪاليداس نہ آهي، پر ايازُ اُنهن جو تسلسل بہ آهي تہ اِتهاس جو جهروڪو بہ آهي. ڏِسون تہ ايازُ، اِن ڏس ۾ خُود ڇا ٿو چوي:

(1): تو جا سمجهي سٽَ سا، اڄ تائين اتهاسُ،
جنهن ۾ ڪَر موڙي اُٿيو، ڪوي 'ڪاليداسُ'،
آيو جنهن جي اوٽَ مان، 'وديا پتيءَ' واسُ،
'پتائيءَ' جي پٽَ تي، جنهن جو نيڻنهن نِواسُ،
جنهن ۾ منهنجو ماسُ، ڪوري آيو ڪينرو!

(2): 'مان اِئين پٽائي نہ آهيان، جيئن ڪاليداسُ ۽ ٽئگور بہ نہ آهيان،
نہ ئي وري اُهي ٿئي مُون وانگر هئا، منهنجو وُجود پنهنجو آهي،
جو مُون ڪنهن سان نہ ورهايو آهي، ۽ نہ ورهائڻ لاءِ تيار آهيان.'

اها تضادن جي وحدتَ، نصابي علم وارو ماڻهو، ۽ فلسفي ۽ شاعريءَ کي نصابي ڪتابِ واريءَ نظر سان پڙهڻ وارو شخص سمجهي نہ سگهندو، ڇو تہ اُهو 'اُڪرن' ۾ اُلجهي پوندو ۽ 'عشق' جي چاڙهي چڙهي نہ سگهندو؛

اُڪران دي وچ جوئي اَڙيا،
عشق دي چاڙهي مُور نہ چڙهيا. (بيدل)

اُن ڪري، ايازَ جي شاعريءَ کي سمجهڻ لاءِ عاشق جي نظرَ، صوفيءَ جي نگاهہ ۽ فلسفيءَ واري شعورَ جي ضرورت آهي.

مُون صوفيءَ جي نظرَ ۽ عاشقَ جي نگاهہ جو ذڪرُ ڪيو آهي، تہ پوءِ ڇئبو تہ ايازُ صوفي شاعر هو يا تصوف جو پيروڪار! ها، ايازُ صوفي هو، ۽ وحدت الوجودي هو. پر هن پنهنجي هڪ ڪتاب 'ڪپرُ ٿو ڪَنَ ڪري' ۾ هڪ هنڌ تصوف- مخالف راءِ بہ ڏني آهي، لکي ٿو:

"ڇا، تصوفَ هن قوم سان اُها ڪارِ نہ ڪئي آهي، جا چينَ سان آفيمَ ڪئي هئي؟" (ص 66)

- تہ وري هڪ انٽرويوءَ ۾ چيو اٿس: "تصوفُ، تعصبَ جو ردُ آهي، رواداريءَ جو حامي آهي. انسان ذات ۾ برابريءَ ۽ محبت جو حامي آهي، تصوفَ، خُود شناسيءَ کي خُدا شناسي سمجهيو ۽ انساني وقارَ کي بُلند ڪيو."

اِهو تضادُ ڇو؟ اچو تہ اِن ڳالهہ کي سمجهون:

تصوف (Mysticism) کي انگريزيءَ ۾ پئنٿيزم (Pantheism) بہ چئبو آهي، ۽ زندگيءَ بابت اِهو رويو (attitude) يا نظريو (theory)، دُنيا جي هر مذهب ۾ موجود رهيو آهي. هندو سناتن ڌرم ۾ 'ويدانت'، تصوف آهي. عيسائيت، يهوديت، ڪنفيوشس، تائومت ۽ اسلام جهڙن مذهبن جو مطالعو ڪبو تہ هر هنڌ اسان کي 'ويدانت'، 'تصوف' ۽ 'پئنٿيزم' (Pantheism) جو تصور ملندو، سنڌ جي ماٺهوءَ جو تہ خَميرُ ئي شايد تصوف جي مٽيءَ مان جڙيو آهي. شاهہ لطيفَ، سندس پيشرو شاعرن ۽ شاهہ لطيف کان پوءِ جي ڪلاسيڪي شاعرن تي تصوف جو رنگُ غالب رهيو آهي. دُنيا ۾ تصوفَ جون مختلف ڌارائون ۽ مختلف رنگ رهيا آهن، پر سنڌي شاعريءَ ۾ خاص ڪري شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ نج تصوف جو رنگُ سڀ کان وڌيڪ آهي؛ بلڪ اياز جي لفظن ۾:

"تَصوفُ جيڪڏهن ڪنهن جي شاعريءَ مان سچ پچ ٽِپڪي ٿو، جيئن ڪَرڻ ڦل مان گُلاب جو عرقُ ٽپڪندو آهي، تہ اُهو ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ ٽپڪي ٿو."

ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ جي پيڙهہ تصوف تي رکي هئي، ۽ تصوف جو نظريو تَعصب جو رَدُ آهي، ۽ اُن ۾ ڪائنات سان يڪرنگي شامل هوندي آهي؛ پر ايازَ چواڻي: "پوريءَ ڪائنات سان لڳاءُ هوندي بہ پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان لڳاءُ برقرار رکي، ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ کي اُها اَمرتا ڏني آهي، جا صديون گذري ويون آهن، تڏهن بہ اڳ کان اِڳري آهي."

صوفين بابت تہ عام راءِ اِها آهي تہ اُهي تارڪ دُنيا هوندا آهن؛ هُو انسانن سان ناتا ٽوڙي، جهنگَ، جبلَ، ڀِٽون ۽ ويرانا وڃي وسائيندا آهن، ۽ انساني زندگيءَ سان تعلق ڇني ڇڏيندا آهن. پر ايازَ، ڀٽائيءَ ۾ ڪهڙو تصوف ڏِٺو هو، جيڪو دُنيا کان نيارو ۽ يگانو هو! اياز چوي ٿو:

"هِي اُهو تصوف نہ آهي، جيڪو صوفين کي بي عمل بڻائي ڇڏيندو آهي ۽ زماني سان واسطا ٽوڙي، اُنهن کي گوشہ نشين رَهڻ تي مجبور ڪندو آهي. اسلام ۾ هِڪڙو اهڙو دور بہ ملي ٿو، جڏهن تمام گهڻا مسلمان فلسفي ۽ علماءَ، يوناني فلسفي کان متاثر نظر ايندا هئا. يوناني فلسفي جو لاڳاپو ڀچاڙيءَ ۾ متحرڪ حياتيءَ سان ٽُٽي پيو، جنهن اُنهن کي عينيت (Idealism) ۾ بدلائي ڇڏيو، عقليت (Rationalism) سُٺي شيءِ آهي، پر جيڪڏهن اُها زندگيءَ سان پنهنجو ڳانڍاپو ٽوڙي ڇڏي ۽ هَوا ۾ لڙڪي پئي تہ فائدي بدران

نقصان پُهچائيندي. اُها يوناني محدود عقليت هئي، جنهن کان اُن وقت جا مسلمان متاثر هئا.

... مولانا روميءَ اهڙي بي عمل تصوفَ تي سخت تنقيد ڪئي ۽ تصوف کي عملي ۽ متحرڪ زندگيءَ سان همڪنار ڪري، اُن کي نئون موڙ ڏنو.

اِهوئي اُهو عملي تصوف آهي، جنهن سان شاهه صاحب جو ڪلام ڀريل آهي. اُن تصوف جا بنيادي محرڪ سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي ڳوٺاڻي ۽ عوامي زندگيءَ جا روحاني، معاشي ۽ سماجي ۽ سياسي لاڙا آهن. شاهه صاحب جي بيتن، واين ۽ ڏوهيڙن ۾ تصوف سان گڏوگڏ سندس دؤر جي گهمندڙ ڦرندڙ، جيئري جاڳندي زندگي پنهنجا نظارا ڏيکاري ٿي. دراصل شاهه صاحب جا صوفياڻا خيال هَوا ۾ لَڙڪيل نه آهن، پر اُنهن جي پيڙهه انسانَ ۽ اُن اڳيان پکڙيل ڪائنات آهي."

اِن پسمنظر ۾ جڏهن اياز تصوف تي تنقيد ڪري ٿو ته هُن جي آڏو تصوف جي بي عمليءَ وارو مٿي بيان ٿيل اُهو رُخ آهي، ۽ صوفين جو اِهو 'ترڪ دنيا' وارو فلسفو ئي آهي، جيڪو ڪن مسلمان فلسفين ۽ صوفين، يوناني فلسفي کان متاثر ٿي اختيار ڪيو آهي؛ جيڪو متحرڪ حياتيءَ کان فرارُ اختيار ڪري چُڪو آهي. پر جڏهن اسان اياز کي تصوف جي پرچارَ ۽ حمايت ڪندي ۽ اُن جي رنگ ۾ رڱيل ڏسون ٿا، تڏهن اياز جي اڳيان ڀٽائيءَ جهڙي عظيم صوفيءَ جو اُهو باعمل تصوف آهي، جيڪو زندگيءَ سان لاڳاپيل آهي، جنهن جون پاڙون متحرڪ انساني زندگيءَ ۾ کُتل آهن، ۽ جيڪو قنوطيت ۽ فرار جو مخالف ۽ نئين ڏينهن، نئين زندگيءَ جو نياپو آڻيندڙ آهي.

اها حقيقت آهي ته هر سرجڻهار، هر شاعر ۽ فنڪارُ ماحول کان متاثر ٿيندو آهي، پر عظيم سرجڻهارَ ۽ شاعرَ پنهنجو ماحول پاڻَ به جوڙيندا آهن. هُو ماحول جا اثر ته ضرور قبول ڪندا آهن، پر ماحول جا محتاج نه هوندا آهن. ڀٽائيءَ سڄي سنڌ پيرين پيادي گهمي ڏٺي هئي. هن عام ماڻهن، پورهيتن، هارين، مختلف پيشن سان واسطي رکندڙن سان پنهنجا سماجي ناتا قائم رکيا هئا. سنڌ جي تهذيب ۽ رواجن رسمن جو اڀياسُ ڪيو هو ۽ اُن جو عڪسُ ۽ اولڙو جابجا سندس شاعريءَ ۾ موجود آهي. ڀٽائيءَ، وحدت الوجود، ويدانت، قرآن، گيتا، اُپنشدن ۽ نندي ڪنڊ جي شعري روايتن جو نه رڳو ڀرپور مطالعو ڪيو هو، پر اُن جي ڳرَ ۽ روح کي به حاصل ڪيو هو؛ ۽ جڏهن علم ۽ عرفان جي معراج تي رسيو هو ته سير سَفر ترڪ ڪري، ڀٽَ

---

*مان ورڻو مان، مان ورڻو مان!*

تي هڪ مَنو ٺي آسڻ اڏي اچي ويٺو- ۽ اهو ماحول، اها پٽ، جيڪا ڀٽائيءَ خُود جوڙي ۽ پاڻ تخليق ڪئي، اها ڪنهن ماحول جي محتاجَ نہ هُئي، بلڪ اها پٽَ، ڪائنات کان بہ وسيع هئي. ڀٽائي، پٽ تي پنهنجي ڪائنات جوڙي ويٺو، جنهن ۾ هن جي مطالعي ۽ مشاهدي جا سوين خوبصورت گلَ موجود هئا، جن جي سُرهاڻ ولاتون واسي ڇڏيون- ۽ اها حقيقت پروڙي، اياز لکيو:

”ٿون چوين ٿو تہ شاهہَ سير سفر ڪيا هئا. هائو ڪيا هئا، پر هن پوئين اڌ عُمرِ رڳو پٽ تي گذاري هئي، جا ڪائنات کان وڏي هئي.“

اهڙيءَ طرح اَياز، ڀٽائي نہ هو، پر پنهنجي دور جو تمام وڏو شاعر هو، جنهن سموري مشرقي ۽ مغربي فلسفي ۽ سموريءَ دُنيا جي لازوال ۽ اَمر شاعريءَ جو گوناگون مطالعو ڪيو هو، ۽ پنهنجيءَ زندگيءَ جي پوئين حصي ۾ ’پرنس ڪامپليڪس ڪراچيءَ‘ جو هڪ ڪمرو اچي وسايو هو. ايازَ جو اهو دؤر سندس لاءِ ائين ايذائيندڙ ۽ اُداس ثابت ٿيو، جيئن پٽ وسائڻ کان پوءِ ڀٽائيءَ جي خلاف آسپاس جي وڏن ماڻهن ۽ گادي نشينن مخالفتن جا طوفان کڙا ڪري کيس تنگِ ڪيو هو. اياز کي ڪراچيءَ، اُداسَ ۽ دوستن جي ڇچاپڙاين ۽ مُنافقتن مايوسَ ڪري وڌو هو، ۽ هُن جمارَ جا پويان ڏهاڙا پرنس ڪامپليڪس جي ڪمري کي ’پنهنجي دُنيا‘ بنائي، زندگيءَ جي مطالعي، مشاهدي، رياضَ ۽ تجربن کي پَنن تي پَرتڻ شروع ڪيو هو. ايازَ، پنهنجيءَ ڌُن ۾ اِيئن مگن ٿي ويو، ٻين لفظن ۾ ’ادبي مُراقبي‘ ۾ اِئين ويهي رهيو، جيئن ڀٽائي، پٽ شاه جي نگريءَ کي پنهنجي ڪائنات بنائي، ويهي رهيو هو، اياز، پنهنجو ماحول پاڻ جوڙي، پنهنجي ڪمري کي ’پٽَ‘ بنائي، جاڳَ- ننڊ وارين ڪيفيتن ۾ سوچيندو رهيو، شعر سِرجيندو رهيو، زندگيءَ جا تجربا قلمبند ڪندو رهيو ۽ جيون جا ورق اُٿلائيندو، آتم ڪٿا: ’ڪٿي نہ ڀڄبو ٿڪَ مسافرَ‘ جا واليوم لکندو رهيو- ۽ لکيائين:

”منهنجي ساري ڪائنات، منهنجي ڪمري جي مَٽَ نہ آهي، هيءَ اُن کان وڏي آهي.“

اِن ڪائناتِ ۾ اياز ’تارڪ دنيا‘ نہ ٿي ويو هو، پر دُنيا ۽ ماڻهن سان پنهنجن لاڳاپن جي تجديد ڪئي هُئائين.

اياز جي زندگيءَ جو مقصد ۽ نصب العين سندس فَنَ جي تڪميل هو. هن جيون جا ڇچاڙڪا ڏينهن اِن اُٽڻ ۽ عزمَ ۾ گذاريا تہ هن جي ذهن- بئنڪ ۾ جيڪو ادب/ آرٽ ۽ شاعريءَ جو ذخيرو موجود آهي، سو لکي وٺان، ۽

پنهنجن ماڻهن کي پهچايان، هن پنهنجيءَ پوريءَ محنت، ذوق، چاهَ ۽ اُتساهَ سان پنهنجي فن جي پرورش ڪئي ۽ پنهنجي دؤر جي جديد سنڌ جي تشڪيل ڪئي:

هِي سُپنا منهنجيءَ جهوليءَ ۾،
هِيءَ آذيءَ راتِ اُٺت، لوڪو!

ڪجهہ شاهہ ڏني، ڪجهہ شيخ ڏني،
هن سنڌڙيءَ ڪي صورت، لوڪو!

هر عظيم شاعرُ، پنهنجيءَ ڌرتيءَ جو شاعرُ هوندو آهي، ۽ پنهنجيءَ قوم جو شاعرُ هوندو آهي. پنهنجيءَ ڌرتيءَ، پنهنجيءَ قوم، پنهنجي ماضيءَ ۽ پنهنجي حال کان ڇڄي، هُو ڪا عظيم شاعري سِرجي نہ سگهندو آهي. هُن جي شاعريءَ ۾ پنهنجيءَ ڌرتيءَ جي اُٿت هوندي آهي، هن جون پيڙائون ۽ دردَ، آسُون ۽ اُمنگ ذاتي هوندي، اجتماعي هوندا آهن. هُو پنهنجيءَ قوم جو شاعرُ هوندي بہ پوريءَ دُنيا جو شاعر هوندو آهي، ڇوتہ هُن جي شاعريءَ ۾ جيڪي قدر (values) هُوندا آهن، اُهي آفاقي هوندا آهن. جيڪي عالمي ادب ۾ پنهنجو مقام رکندا آهن ۽ جن جي حيثيت بين الاقوامي ٿي ويندي آهي.

اياز هڪ هنڌ لکيو آهي:

"سياست بين الاقوامي ٿي سگهندي آهي، شاعري فقط قومي ٿيندي آهي. جي انسان ذات جي ڪائي شاعري آهي تہ اُها اُهو گلدان آهي، جنهن ۾ هر قوم پنهنجا بہ گُل سجايا آهن، اُنهن جي واسَ ۽ وَرن ۾ ساڳيائپ جي ڳولا اَڪارٿي آهي... جيڪڏهن ثقافت جي ڪنهن حصي ۾ بين الاقواميت جي گنجائش آهي، تڏهن بہ اُن جي اُنهيءَ حصي ڪي، جنهن جو شاعريءَ سان واسطو آهي، پنهنجيءَ ٻوليءَ جو لوڙهو ڏنل آهي؛ ۽ اُن ڪري ئي دُنيا جي هر عظيم شاعريءَ جو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ تسليءَ جهڙو ترجمو اگر ناممڪن نہ آهي، تہ بہ نهايت مشڪل آهي. مُون کي فن ۽ فلسفي ۾ بين الاقوامي پيغام جي گنجائش کان انڪار نہ آهي، پر قومي ڪردار وانگر، شاعريءَ جي جڙ بہ پنهنجيءَ ڌرتيءَ ۾ هوندي آهي، ۽ اُن مان پٽجي، شاعري اُها خُوشبوءِ نہ ڏيندي آهي، جا اُن جي خمير ۾ هوندي آهي."

اُن حوالي سان پٺتائيءَ کان وٺي اياز تائين عظيم شاعريءَ جو مطالعو ڪنداسين تہ اُن ۾ حب الوطنيءَ جو تصور پنهنجيءَ سموريءَ رعنائيءَ ۽ رنگن

سان موجود آهي، پر اُن ۾ شاونزم (chauvinism) جو شائبو نہ آهي؛ ڇو تہ شاعرن جي حب الوطنيءَ اندر انسان دوستيءَ ۽ عالمي امن جو توازن ۽ ڳانڍاپو موجود آهي، جنهن جو خوبصورت مثال، ڀٽائيءَ جو هيءُ امر بيت آهي:

سائينمِ! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

اهڙيءَ ريت اياز جي شاعريءَ جو اڀياس ڪنداسون تہ اُن ۾ انسان جي مڪمل آزاديءَ، خوشحاليءَ، امن ۽ اتحاد جو فلسفو سمايل نظر ايندو.

انساني آزاديءَ جو اِهو تصور، اياز وٽ پنهنجيءَ ڌرتيءَ ۽ پنهنجن ماڻهن جي آزاديءَ سان جڙيل آهي، ۽ اُن جي وسعت ۾ سموريءَ دُنيا جي انسانن جي آزادي ۽ اتحاد شامل آهي. هن جتي سُهڻيءَ، سسئيءَ، مارئيءَ، سورٺ، ڪاپائتيءَ ۽ ليلا وغيره جهڙن سنڌي ڪلاسيڪي موضوعن کي ڳائي، پنهنجي مٽيءَ، پنهنجين روايتن ۽ پنهنجي تهذيبي پسمنظر ۾ پنهنجيءَ ڌرتيءَ ۽ اُن جي مڪمل آزاديءَ واري فلسفي کي ڳايو آهي، اُتي 'لينن گراڊ تي حملو'، 'لممبا جو ديس'، 'ائني فرانڪ'، (Anee France)، 'ويٽنام آزاديءَ جي راهہ تي' جهڙا نظم لکي، اُن ۾ آزاديءَ جي فلسفي جو تسلسل قائم رکيو آهي، ۽ انسان جي آزاديءَ جي عزم ۽ تصور کي زنده رکيو آهي:

جنهن تي بہ ٿيو، جنهن وقت ٿيو، جنهن جاءِ ٿيو،
سو مُون تي ظلم ٿيو آهي!
ڪا ٻانهن وَڍي، مون دانهن ڪئي، جو ڪانهن ڪَپيو،
سو منهنجيءَ ڪنڌيءَ جو آهي!
ڪوئي بہ ڪُٺو، جيڪو بہ ڇُرو، جنهن تي بہ هَليو،
سو منهنجي رَتَ رَتو آهي.
جنهن وقت بہ ڪو، مون گيتُ ڇيو، هن ڌرتيءَ جو،
جڻ ڪوئي قرضُ چُڪو آهي!

اياز سنڌ جي قومي سوچ کان وٺي عالمي مسئلن ۽ جنگين جي ڀيانڪ نتيجن جي تصور تي ٻڌل نظم بہ لکيا آهن. جنگ، پوريءَ انسان ذات ۽ سموريءَ دُنيا لاءِ تباهيءَ جو سامان مُهيا ڪندي آهي، جنهن ۾ سمورا انساني قدرَ ۽ آزاديءَ جا تصورَ پَسم تي ويندا آهن، اياز جو نظم، 'هي سنگرام' اِن پسمنظر ۾ شاهڪار آهي:

---

*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

هِـي سـنـگـرامر!
سَـامُهـون آ،
نـارائـڻ شيِـامر!
هُن جا، مُنـهـنـجا
قـولَ بہ سـاڳيـا،
پـولَ بہ سـاڳيـا،
هُو ڪَوتـا جو ڪـاڪ ڏٺـي، پـر
مُنهنجا رنگ رَتول بہ سـاڳيـا.
ڍَڳُ بہ سـاڳيـو،
ڍولَ بہ سـاڳيـا،
هـانءُ بہ سـاڳيـو،
هـولَ بہ سـاڳيـا.
هِن تي ڪِئن بندوقَ ڪـڍان مـان،
هِن کي گولي ڪيئن هڻان مان،
ڪيئن هَڻان مـان!
ڪيئن هَڻان مـان!
ڪيئن هَڻان مان....

هيءُ شاهڪار نظمُ، اياز، 1965ع واري هند- پاڪ لڙائيءَ دوران جيل اندر لکيو هو، ۽ سيپٽمبر 1966ع جي 'روح رهاڻ' ۾ ڇپيو هو. هيءُ نظم، اَمن جي موضوع تي عالمي ادب ۾ اهم مقام والاري ٿو. پر هن نظم ۾ امن ۽ ڀائيچاري جي جذبن کي نظرانداز ڪري، نام نهاد مُلن ۽ رجعت پرست اديبن، اُن جي سطحي معنيٰ کي آڏو رکي مُلڪ ۾ باهہ ٻاري ڏني، ۽ سکر مان 32 ڇٽن جي صحيحن سان اردوءَ ۾ هڪڙو پمفليٽ ڇپائي، اياز تي وطن دشمنيءَ، غداريءَ ۽ ڀارت نوازيءَ جا الزام هنيا ويا، ۽ گهُر ڪئي وئي تہ ڪيس سخت سزا ڏني وڃي. اُن جي جواب ۾ حيدرآباد سنڌ جي اُردو- سنڌي روشن خيال اديبن هڪ چئن صفحن جو پمفليٽ شايع ڪرائي سنڌ ۾ ورهايو، جنهن تي محمد عثمان ڏيپلائيءَ، محسن ڀوپاليءَ، نياز همايونيءَ، حسن ظهير، پرواني ڀٽيءَ، نظر ڪامرانيءَ، حميد سنڌيءَ، ضمير چشتيءَ، رسول بخش پليجي، معراج عظيم، ناصر مورائيءَ، بشير خانزادي، ظهور انصاري، عبداللطيف آبد، عبدالرحمان پليجي، نواب زادي اقبال احمد، خالد سيتائيءَ ۽

---
*مان ورتو هان، مان ورتو هان!*

سلطان احمد خان جون صحيحون هيون. اياز جي هن نظم جي خُوبي اِها هئي تہ اياز پنهنجيءَ ئي ڌرتيءَ جي جلاوطن ۽ پنهنجي ئي همعصر شاعر نارائڻ شيامَ کي مخاطب ٿي، عالمي امن جو سَنيهو ڏنو هو ۽ جنگ خلاف نفرت جو اظهار ڪيو هو.

اياز مذهب جي نالي ۾ نفرت پکيڙيندڙن جي بہ خلاف هو، جيڪي وقت جي اورنگزيبن سان ٻڌُ ٿي، دارائن ۽ سرمدن خلاف فتوائون جاري ڪندا آهن- اياز جو نظم، 'سَرمد ڇا ٿو سوچي؟' اَن حوالي کان عالمي ادب جو شاهپارو ڳڻي سگهجي ٿو:

مُلان پنهنجي عمامي ۾،
سوچي، ڏاڙهي نوچي-
سرمد ڇا ٿو سوچي؟

دليءَ جون ديوارُون سوچن:
چندُ قُطب مينارَ مٿان آ،
ڌرتيءَ تي دستارون سوچن:
مُجري مُجري جيَ پايل ۾،
ڇَم ڇَم جُون ڇنڪارون سوچن.
قلعي قلعي اک نہ جَهپڪي،
راتِ لڙيءَ للڪارُون سوچن:
هٿ هٿِ خُوني خنجُر سوچي،
تارُونءَ ۾ تلوارون سوچن،
دارا جي تقدير نہ سوچي،
هونءَ تہ سڀ درٻارُون سوچن:
سرمدُ ڇا ٿو سوچي؟
هن عُريانيءَ جي جامي ۾،
"لُونءَ پئي ڇا لوچي؟؟"

مُلان پنهنجي عمّامي ۾،
سوچي، ڏاڙهي نوچي،
'سرمد ڇا ٿو سوچي؟'

اِئين اياز هن ڌرتيءَ جي نسبت ۽ پسمنظر سان عالمي قدرن جو شاعرُ

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

بنجي ٿو، ۽ هن جي شاعريءَ ۾ موجود 'وطنيت'، هن کي 'عالم انسانيت' جو شاعرُ بنائي ٿي.

ايازَ پنهنجي ماضيءَ سان هڪ پَلَ لاءِ ناتو نہ ٽوڙيو آهي، ۽ سنڌ جي فڪري تسلسل کي جديد دور سان هم آهنگ ڪري، اُن ۾ جدت ۽ نواڻ جا رنگ ڀريا آهن. هُو جڏهن چوي ٿو تہ "مان ڀٽائيءَ جو رسالو، ڪجهہ اڳتي لکي رهيو آهيان. ٿُون مون کي نہ ٿو سمجهي سگهين" - تہ سمجهڻ گهُرجي تہ ايازُ سنڌ جي ماضيءَ جي زنده جاويد روايتن جو اَمِينُ بہ آهي، تہ هِن پنهنجي فِڪري گلدستي ۾ هن دؤرَ جا نوان گلَ بہ سجايا آهن، جن جي سُونهن ۽ سُرهاڻ کان فهم ناشناسَ نقادن جون اکيون ۽ حواسَ محروم آهن. شايد اِها ڳالهہ ڀَروڙي ٿي ايازَ هڪ هنڌ لکيو هو:

"هَر جينئس پنهنجي دؤر کان هڪ سؤ سال اڳي پيدا ٿيندو آهي ۽ اُن ڪري هِن جا همعصر، هن جي قدر قيمت نہ ڪري سگهندا آهن."

هَر اَمر سِرجڻهارُ 'ڳجهہ ڳجهاندر ڳالهڙي' هوندُو آهي، اُن جي پرک ڪوتاهہ انديش ۽ حاسد نقادَ نہ ڪري سگهندا آهن، ڇو تہ هُو پنهنجي محدود مطالعي ۽ مخصوص نقطئہ نظر سان جڏهن ڪنهن سِرجڻهار/ شاعرَ جي فنَ جي اوک ڊوکَ ڪندا آهن، تہ پنهنجين اکين تي پاتل عينڪَ سان اُن تي نظر وِجهندا آهن؛ جنهن ۾ جيڪڏهن ڪين پنهنجو رنگُ نظر نہ ايندو آهي، تہ اڳئين جي عظمت جا انڪاري بنجي ويندا آهن. اهڙن نقادن کي ايازُ 'منڊي ماڪوڙي' بہ تصور نہ ٿو ڪري ۽ چوي ٿو:

"ماڻهو هڪ ڳُجهہ ڳجهاندر ڳالهڙي آهي،
۽ اُنهيءَ کان وڌيڪ ڳُجهاندڙ ڳالهڙي اُهو ماڻهو آهي،
جو سِرجڻهارُ آهي.
منڊِي ماڪوڙي کُوهہ مان اُڀ ڪَچِي سگهندي،
پَر تُون سِرجڻهارَ جِي ڪَٿ نہ ڪري سگهندين!"

اهڙا نقادَ، ايازَ کي 'ساين' ۽ 'ڳاڙهين' عينڪن سان پرکڻ وقت، ايازَ جي اَڏامَ ۽ فِڪري تسلسل کان غافل ٿي وڃن ٿا، ۽ هُو نہ ٿا ڄاڻن تہ اَيازُ نہ اِشتراڪي آهي ۽ نہ بنيادپرست، پر هُو وحدت الوجودي آهي، ۽ هُن جو وحدت الوجود، سنڌ ۽ ڀٽائيءَ سان يڪ وجود آهي، ۽ ايازَ جا گيتَ، ڀٽائيءَ واري جنگ جوٽي رهيا آهن، جيڪا تعصب جي خلاف آهي؛

---

*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

مُنهنجا گيتَ پـٽـائي تُنهنجي،
جنگ پِـيا جوڙن،
تـو وٽ جو دنـبـورُ هُيـو، تـو
ڪـالـهـــ تـعـصـب جي سِرَ تـي ڦهـڪـايـو هـو.
تـــو جا وائِي ڳائِي هـــئـــي،
بـيـتُ بـــ جيـــڪـو ڳايـو هـو،
ســـنـــڌ ديـــسَ جي ذرتـــيءَ تـــي ڦـــهـــلايـــو هـــو،
اُنَ ۾ ڪــائِي جنـــگ هُئـــي،
ذرتِي ڪـيـــڏو تـنـگ هُئـــي،
ڪـالـهـــ تَعـصب وارن ڪـان،
تِن ڪڪــيءَ جي ڪِـارن ڪـان،
مـاٺـهـوءَ مـاٺـهـوءَ جي مَن ۾ جن ڪا بَدبُو ڦـهـلائي هُئي!
ڪَلهـ جا تُنهنجي وائي هـئـي،
تَنهـن ۾ تـن سـان جنـگ هُئي،
ذرتـي تُنـهـنجي سـنـگ هُئـي،
رگِي تُنـــهـــنـجي رنـــگ هُئـــي،
هُوءَ جا تُنهـنجي جنـگ هُئـــي،
ســـــا اڄ تـــائـــين جاري آ!

ڪتابَ ("جَر ۾ تو جَرڪان") ۾، مُون ڪوشش ڪري، شيخ اياز جي شعر ۽ نثر جي سمورن ڪتابن مان پٽ ڏٺيءَ سان واسطيدار هِڪ هِڪ سِٽَ چُونڊي چَپُوتي شامل ڪئي آهي. مُنهنجيءَ اِن محنت ۽ عرق ريزيءَ جو هڪ مقصد، اِهو ڏيکارڻ آهي تہ شيخ اياز نہ رڳو ڀٽائيءَ جو تسلسل آهي، پر اُن جو شِارح بہ آهي؛ ۽ ٻيو مقصدُ، اياز جي حوالي سان اُن ٻيجا غلط فهميءَ کي دور ڪرڻ آهي، جنهن موجب شيخ اياز کي 'لطيف ثاني' سڏيو يا سڏڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

اياز جي شعري ۽ نثري ٽُڪرن، اقتباسن ۽ مضمونن جي هن ترتيب سان هڪ طرف ايازَ جي ڪتابن جي تعدادَ ۾ هڪ اهم ڪتابَ جو واڌارو ٿيو آهي ۽ ٻئي طرف مُون ايازَ سان پنهنجيءَ عقيدت، احترامَ، پيارَ ۽ واسطيداريءَ جو فرضُ ادا ڪيو آهي. ('جَر ۾ تو جرڪان' جو مهاڳُ)

مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!

# موتَ نہ ڪيو مات

"توکي مُنهنجيءَ زندگيءَ تي چِڙَ آهي، پر توکي مُنهنجي موتَ تي وڌيڪ چِڙَ ايندي، ڇو تہ موتُ مون کي اُهو ڪُجهہ ڏيندو، جو مون کي زندگي نہ ڏنئي سگهي آهي ۽ جنهن جو مان حقدارُ آهيان.

('شاعريءَ کي سجدو' - ص 80-81)

اياز جون متيون لافاني سِتون، هڪ اهڙيءَ حقيقت کي ظاهر ڪن ٿيون، جيڪا حقيقت، ايازَ جي موت کان پوءِ زمان ۽ مڪان جا پردا چيري پڌري ٿي چُڪي آهي. اياز زندگيءَ ۾ عظيمُ هو، پر موتَ کان پوءِ کيس جيڪا مهانتا ۽ ميجتا حاصل ٿي آهي، اُن ايازَ جو مقامُ ۽ مرتبو انتهائي بُلند ڪري ڇڏيو آهي. هن آڪاش کان وڌيڪ ڌرتيءَ جي شاعر جي زندگيءَ جون سموريون لغزشون ۽ لڳايون، سندس موتَ ميٽي ۽ ريٽي ڇڏيون آهن. ڪالهہ جن کان ايازَ جو وجودُ ۽ مقامُ برداشت نہ ٿي ٿيو، سندس موت کان پوءِ اُنهن جي اندرَ ۾ وڌيڪ وَڍِ پيا آهن ۽ سندس بيپناهہ شهرت کي ڏسي جلڻ ۽ پچڻ لڳا آهن؛ پر زماني جي سيني تي ايازُ صدين جي ڇاپَ هڻي ويو آهي، جنهن کي متائڻ جي ڪنهن ۾ بہ سگهہ نہ آهي. ايازُ ڪالهہ بہ سنڌي ادب جي زندگيءَ جي علامت هُو ۽ ايازُ اڄ بہ امداد سومري جي لفظن ۾ 'سنڌي ادب جي نئين زندگيءَ جو نالو آهي'.

تاريخ جو مطالعو ٻڌائي ٿو تہ هر ٻوليءَ ۾ ڪي نہ ڪي اَمر شاعرَ پيدا ٿيا آهن، جن جي شاعريءَ تي زماني امرتا جي مُهر هڻي ڇڏي آهي؛ پر تاريخ ۾ ڪي اهڙا بہ شاعر پيدا ٿيا آهن، جن جو نالو تہ لازوال ۽ اَمر رهيو آهي، پر اُنهن جنهن ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي آهي، اُن ٻوليءَ کي پنهنجي تخليق ذريعي امر ڪري ڇڏيو آهي. تاريخ جي وڏن شاعرن ۾ ڪوي ڪاليداسَ جو بہ شُمار ٿئي ٿو، سندس شاعري اڄ بہ عظيم آهي، پر هُن جنهن ٻوليءَ سنسڪرت ۾ شاعري ڪئي، اُها اڄ پنڊتن ۽ ڪجهہ عالمن کان سواءِ عوام جي زنده جاويدَ زبان نہ رهي آهي- اُن جي ڀيٽ ۾ لطيف، شيڪسپيئر ۽ ٽئگور اهڙا شاعر ٿي

گذريا آهن، جن کي تاريخ ۾ تہ امرتا ملي آهي، پر هُن جي وجود ۾ سنڌن شاعريءَ، سنڌن زبان کي اُها وسعت، اُها تخليقي سگهہ ۽ اَمر زندگي ڏيئي ڇڏي آهي، جو اڄ سوين سالن کان پوءِ بہ سنڌي، انگريزي ۽ بنگالي زبانون نہ رڳو زنده آهن، پر جديد دور جي تقاضائن ڏانهن وکون وڌائي رهيون آهن، ۽ اُنهن ۾ لفظن ۽ اصطلاحن تخليق ڪرڻ جي سگهہ روزبروز وڌندي رهي ٿي.

پٺاڻيءَ، ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي زبان کي اُها تخليقي سگهہ، اُهو وياڪرڻي سِڻاءُ ۽ اُها احساسن ۽ ڪيفيتن ادا ڪرڻ جي قوت بخشي ڇڏي، جو سرڪار جي درباري زبان 'فارسي' هوندي بہ عوام جي زبان 'سنڌي' رهي؛ ۽ لطيف کان پوءِ جن بہ شاعرن کي امرتا ۽ دوام حاصل آهي، اُنهن ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ نت نوان هيرا ۽ جرڪندڙ موتي پئي جڙيا آهن.

پٺائيءَ کان اڍائي صديون پوءِ شيخ اياز جي شاعري واقعي اُهو ڪرشمو ۽ معجزو آهي، جنهن لاءِ خود هن ئي چيو هو تہ: "**منهنجي شاعري سنڌ لاءِ ديوار چين آهي، اُن کي ڪوئي مٽائي نہ ٿو سگهي.**" واقعي اياز سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ديوار چين کان بہ مضبوط ڪوٽَ ۽ ڪڙو چاڙهيَ ڇڏيو آهي، جنهن کي مِٽائڻ واريون قوتون خود فنا ٿي وينديون. اِن اعتراف ڪرڻ ۾ اسان کي ڪوبہ شرم نہ اچڻ گهرجي تہ اسان سياسي ميدان ۾ سنڌي زبان جو اهو دفاع نہ ڪري سگهيا آهيون، جيڪو بچاءُ اسان ادبي ۽ ثقافتي مورچي تان ڪري چڪا آهيون- ۽ اِن چوڻ ۾ بہ ڪو وڌاءُ نہ آهي تہ پٺائيءَ کان پوءِ سچ پچ اياز سنڌي ٻوليءَ کي ساڳي امرتا ۽ تخليقي سگهہ بخشي وڏو ڪارنامو ڪيو آهي، ۽ اهو تاريخ جو Break throw (ڇالَ) اياز جي ئي سِر تي سونهي ٿو، جنهن پنهنجا تهجد ۽ عبادتون، شاعريءَ جي نذر ڪري ڇڏيون هيون. اياز چوي ٿو:

> "ڇا هي منهنجو تهجد آهي، جو مان صبح جو چئين
> بجي کان اڳ ۾ اُٿي ٿو لکان؟ جي ها تہ اي خدا!
> منهنجيءَ عبادت جي انفراديت تي غصو نہ ڪجانءِ!"
>
> ( 'شاعريءَ کي سجدو' – ص 82)

ماٺهو شاعري نام و نمود ۽ شُهرت لاءِ ڪندا آهن، جيئن اڄڪلهہ سياست نام و نمود ۽ شخصي شُهرت لاءِ ڪئي ويندي آهي؛ پرِ اياز اهڙي دور ۾ جنم ورتو هو، جنهن ۾ سياست بہ عبادت هئي، ثقافت بہ عبادت هئي تہ شاعري بہ عبادت هئي.

---

مولانا عبيدالله سنڌيءَ، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، شهيد الهه بخش سومري ۽ جي. ايم. سيد جي سياست، عبادت ۽ سنڌ جي خدمت هئي؛ اهڙيءَ ريت ڀڳت ڪنور ۽ استاد منظور علي خان جو راڳ به عبادت ۽ سنڌ جي ثقافت جوسچو آئينو هو. ساڳيءَ ريت اسان جي هن عظيم شاعر اياز جي عبادت، شاعري هئي، ۽ هيءَ عبادت جي انفراديت، هر شاعر کي نصيب نه ٿي ٿي سگهي. اياز وٽ مانيءَ کان وڌيڪ مانائتو قلم جو پورهيو هو، هن سڌون مِنائي ڇڏيون هيون، پر لکڻ جي عادت نه بدلائي هئي. دل جي عارضي سبب ڊاڪٽرن کيس سگريٽ ڇڏڻ ۽ لکڻ کان منع ڪئي هئي. اياز سگريٽ ته ڇڏي ڏنا، پر ذات کي ڏهاڳ نه ڏنو. قلم سان ناتو نه ڇنو، ۽ لکڻ سان لنؤ نه گهٽائي؛ ۽ اِن عبادت جي انفراديت ۽ سگهه وسيلي هن ڪيترا ڀيرا موت کي دَرَ جي چائنٽ تان موٽائي ڇڏيو. هن جا نفل، نمازون ۽ عبادت شاعري ئي هئي، ۽ هُو ڪنهن شعر مڪمل ڪرڻ يا ڪتاب پوري ڪرڻ تي خُدا جو شڪر ادا ڪندو هو، جيئن هن چيو آهي:

"تُنهنجو شڪر آهي مُنهنجا رب! اڄ مون کي اڌ مانيءَ ۽
پورو ڪتاب نصيب ٿيو آهي."

('شاعريءَ کي سجدو' - ص 11)

شاعريءَ سان اها ڪمٽمينٽ، ٻوليءَ سان اهو نينهن سنيهه، اياز جهڙو باڪمال شاعر ئي رکي ٿو، جيڪو اڌ مانيءَ ملڻ تي به آرهو نه آهي، پر پورو ڪتابُ نصيب ٿيڻ تي خُدا جو شڪر ادا ڪري ٿو.

اياز جهڙا شاعرَ وري وري نه ايندا آهن، اهڙن شاعرن لاءِ تاريخون صدين تائين سِڪنديون ۽ اوسيئڙو ڪنديون آهن، ان ڳالهه جو خود اياز کي احساس هو، تڏهن ته چيو هئائين:

تون ڇنُه مون کان پوءِ، ڪنهن جو ٿيندين ڪينرا؟
واڪا ڪندي ووءِ، صديون تو لئه سنڌڙي!

هن قسم جا ٻوليءَ جا وينجهار شاعرَ هر هر نه ايندا آهن، اُنهن جي جنم لاءِ ڌرتيءَ جي سائي ڪُکِ سالَ ۽ صديون انتظار ڪندي آهي- ننڍا وڏا شاعر ته هر دور ۾ پيدا ٿيندا رهندا، پر وڏا شاعر دعوائن ۽ فتوائن سان پيدا نه ٿيندا آهن، اُنهن جي فن ۽ فڪر تي تاريخ مُهرثبت ڪندي آهي؛ ليڪن اياز جهڙي شاعر لاءِ اِهو دعوئ سان چئي سگهجي ٿو ته هُو اُهو خوش نصيب شاعر هو، جنهن جي شاعريءَ تي سندس زندگيءَ ۾ تاريخ عظمت ۽ امرتا جي

مهر هٿي چڙهي هئي ۽ هُن جي شاعري پنهنجي دور ۾ ئي ڪلاسڪ جو درجو حاصل ڪري چُڪي هئي، عظيم شاعري مرحلن مان گذري ڪلاسڪ جو درجو حاصل نہ ڪندي آهي، پر اُن کي دوام، وقت ۽ حالتون بخشينديون آهن. عظيم شاعرن کي اُهو احساس پنهنجي دور ۾ ئي ٿي ويندو آهي، تڏهن ئي شايد اياز چيو هو تہ:

بولـيءَ ۾ بيـسهـار، آءٌ نـہ اڃـٽـو آهـيـان،
هـونـئـن تـہ اڪيـچار، ايندءِ نوٽڻ ڪـيـڏٽا!

اياز پنهنجي دور جو، ۽ ويهين صديءَ جو يڪتا ۽ يگانو شاعر هو، جنهن مشرق ۽ مغرب جي فلسفي جو امتزاج (synthesis) پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ فڪر وسيلي پيش ڪري، نہ رڳو سنڌي شاعريءَ کي، پر سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌ کي اُها سگهہ، سونهن ۽ ثقافتي روشني بخشي آهي، جيڪا صدين تائين جرڪندي ۽ جلوا ڏيکاريندي رهندي:

ڏسُ هـي تـنـدرـيـل تـاريـون، وسـي پـيـو مـيـنـهـن،
مُون ۾ مـنـهـنـجـو نـيـنـهـن، آهـي ايـئـن ڪِـڙي پـيـو.

هن قسم جي جماليات، فني حسن ۽ دائمي قدرن جو اظهار، شاعريءَ ۾ تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن اُن ۾ ڌرتيءَ ۽ اُن جي وَسُتن جو نينهن نکري نروار ٿيندو آهي.

شيخ ايازَ مُني صدي ڇمار ماٺي ۽ 75 سـالـن جي ڇمـار ۾ هُن جا 55 ڪتاب ڇپيا ۽ 20 ڪتاب اڻڇپيل رهيا، ائين 75 سالن جي ڇمار ۾ اياز 75 ڪتاب لکيا، جڻ سندس زندگيءَ جو هرهڪ سال هڪَ ڪتابَ جي ٻلي هو. ايڏي ٻوليءَ، ادب ۽ شاعريءَ سان ڪمٽمينٽ سواءِ ڪن جينئيس ۽ آفاقي شاعرن جي هر ڪنهن ۾ پيدا نہ ٿِي ٿِي سگهي. اياز کي پنهنجيءَ مختصر ڇمار تي ڏُک هو، ڇو تہ سندس نظر ۾ هُن اڃا ڌرتيءَ جو قرض نہ لاٿو هو ۽ هُن جي ڪنٺ ۾ اڃا جڙيڪي گيت موجود هئا، اُنهن کي اظهار جو موقعو ملي نہ سگهيو ۽ ڪيس وقت ڪان اڳ ڇوٽو پيو تہ:

اڏ ۾ ڪـيـر ڪـتـابُ، ڇڏي ويـو اوچتــو،
رُنـــوَ جڻ تـہ ربـابُ، اُن جي تـارَ تُٽـي پـئـي.

( 'ڪونجون ڪرڪن روھہ تي' – ص 95)

# جديد سنڌي شاعريءَ ۾ اياز جا فني تجربا

ويهين صديءَ سنڌ کي جديد شاعريءَ جي هڪ اهڙي ڪهڪشان پيتا ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪيئي سج، چنڊ ۽ ستارا موجود آهن. ان ڪهڪشان جي ابتدا، ڪشنچند بيوس کان ٿئي ٿي ۽ انتها ٿيڻي نہ آهي. البت اِن ڪهڪشان جا سڀ کان وڏيڪ روشن سج: شيخ اياز، نارائڻ شيام، اُستاد بخاري ۽ تنوير عباسي آهن، جن جي ڪَوِتا ۽ ڪَلا جي ڇاپَ، جديد سنڌي شاعريءَ تي دائما رهڻي آهي. جديد سنڌي شاعريءَ جي اِن چوياريءَ ۾ سڀ کان مٿانهون مقام ۽ نامُ شيخ اياز جو آهي، جنهن جي شاعريءَ جي لفظ لفظَ کي صدين جو پسمنظر آهي ۽ هر لفظ کي صدين جي معنيٰ بہ آهي. ايازُ، هن صديءَ جو آوازُ ۽ ايندڙ صدين جي صدا آهي. آءُ، ايئن چئي ڪنهن بہ وڌاءَ ۽ اِبهام کان ڪمُ نہ ٿو وٺان تہ ايازَ جي ڪوتا- پاند ۾ صديون مُقيد آهن ۽ ايندڙ ڪيترين صدين تائين ايازَ اِئين اَمر رهڻو آهي؛ جهڙيءَ طرح گذريل ٽن صدين کان وٺي ڀٽَ ڌڻيءَ جو وِهايل وکرُ اڃا ميرو نہ ٿيو آهي، بلڪ نئين سج، نوان تَجلا ۽ جَرڪا ڏيئي رهيو آهي.

ايازَ، جديد سنڌي شاعريءَ کي نہ رڳو صدين جي زنده جاويد ثقافتي ورثي سان ڳنڍيو آهي، پر پنهنجي دور جي ٻوليءَ جي اهڙي خوبصورت تخليق ڪئي آهي، جيڪا صدين تائين ايندڙ سِرجڻهارن کي نہ رڳو اُتساهيندي رهندي، پر سندن رهنمائي بہ ڪندي رهندي، ۽ نين معنائن جي نئين روشني بہ پکيڙيندي رهندي. ----

جديد سنڌي شاعريءَ ۾ هيئت ۽ موضوعَ جا جيترا تجربا، شيخ ايازَ ڪيا آهن، هن صديءَ ۾ ايترا تجربا، ڪنهن ٻئي شاعر نہ ڪيا آهن. ايازَ جا تجربا، تهذيبي روايتَ، مطالعي ۽ مشاهدي جي بنيءَ ۾ رَچي پَچي ريٽا ٿيا آهن، ۽ تخليقَ جي سِراڻ تي چڙهي، سونَ- ورن سُونهن جا جيئرا جاڳندا نمونا بنجي پيا آهن؛ جن جو وڏي پئماني تي نہ رڳو تتبع ڪيو ويو آهي، پر اُنهن تجربن جي ڇاپَ، هن دور جي سموريءَ سنڌي شاعريءَ تي نِمايان ۽ نروار رهي آهي. شيخ ايازَ، نين هيئتن کي نہ رڳو قبول ڪيو، پر اُنهن کي

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

پنهنجيءَ ڌرتيءَ جي خَمير ۾ ڳوهي نِج سنڌي رنگ ۾ پيش به ڪيو. اهڙيءَ طرح سموري جديد سنڌي شاعريءَ جا بنيادَ، گهڻو ڪري اُنهن تجربن تي ئي مدار رکن ٿا. اياز، شاعريءَ جي ميدانَ ۾ تجربا، رڳو تجربن طور نه ڪيا آهن، پر هُن هر تجربي جو جوکم (risk) به کنيو آهي؛ جيڪو جوکم کڻڻ، هر شاعرَ جي وَس جي ڳالهه نه آهي؛ ڇو ته لازمي نه آهي ته هر تجربو ڪامياب به ٿئي، اُهو ڪڏهن ناڪامُ به ٿي سگهي ٿو. تجربي ڪرڻ ۽ نين هيئتن کي قبول ڪري، پنهنجي رنگ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ آمريڪي شاعرَ واٽ وِٽمئن (Walt Whitman) واري دِل ۽ حوصلو گهُرجي؛ جنهن فرينچ شاعريءَ جي صنفَ Verse Libre ('فِري وَرس'/ آزاد نظم) جي هيئت کي قبول ڪري ۽ اُن ۾ تجربا ڪري، آمريڪي شاعريءَ ۾ وڏو انقلابُ ۽ ڇال آندو هو؛ ۽ اهڙيءَ طرح، هن روايتي آمريڪي شاعريءَ جي هيئت، ترنم ۽ زبانَ سان ناتا ٽوڙي، 'Giant among poets' ('شاعرن جي ديوتا') جو لقب ماڻيو هو. واٽ وِٽمئن جي آزاد نظمن جو ڪتاب 'Leaves of Grass' ('گاهه جا پَنَ') جڏهن ڇپجي پڌرو ٿيو ته هن جي بيباڪ شاعرانه جُرئت کان خائف ٿي، يورپ جي نقادن، ڪيس شاعر ئي تسليم نه ڪيو هو؛ ليڪن، اِڳتي هلي دُنيا ڏسي ورتو ته ٿوري ئي عرصي ۾ 'واٽ وِٽمئن' کي سندس زندگيءَ ۾ ئي 'عظيم قومي شاعر' ۽ 'جمهوريت جي علمبردار' جي اعزازن سان نوازيو ويو هو. اُن جي ڀيٽ ۾، شيخ اياز جي عظمت جو وڏي ۾ وڏو دليل اِهو آهي ته ڪيس نين شعري هيئتن متعارف ڪرائڻ ۽ نون تجربن ڪرڻ دوران 'واٽ وِٽمئن' جيتري مخالفت برداشت نه ڪرڻي پئي (اُها ڌار ڳالهه آهي ته رجعت پرستن، فڪري حوالي سان اياز جي تمام گهڻي مخالفت ڪئي هئي)، پر سندس هر شعري تجربو گهڻي ڀاڱي ڪامياب ويو. اياز، جنهن به شعري صنف ۽ هيئت کي ڇُهيو ته اُها سندس پارس قلمَ جي سَڄَ سان سونُ بڻجي پئي. اياز، شعري صنفن جا اهڙا ته مستقل ۽ مستعمل گهاڙيتا ۽ فارمَ گهڙيا، ۽ هيئت جون اهڙيون ته خُوش رنگيون ۽ خُوش پوشاڪيون تخليق ڪيون، جيڪي سونَ جي ريڪائن وانگر نظرن ۾ چڀن کي محسوس ٿيڻ لڳيون. اُهي سموريون هيئتون ۽ سمورا گهاڙيتا، اِڳتي هلي سنڌي شاعريءَ جي ڪيتر ۾ مستند ۽ مستقل بڻجي ويا.

اياز، لتاڙيل واٽون اختيار نه ڪيون، پر پنهنجا پيچرا ۽ پَها پاڻ جوڙيا. هن اهڙا دڳَ ۽ واٽون متعارف ڪرايون، جن تي هلي نوان نوان متوارا،

مستيءَ ۽ هستيءَ جي هامَ هٿندا رهيا.

ايازَ پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ وَسَ ڪندي ڪابہ واٽڙي ۽ وِٿرت سِٽ نہ سِرجي؛ پر اهڙيونِ سگهاريون ۽ سُندر سِٽون تخليق ڪيون، جن ۾ جذبي ۽ فڪر جو مناسب توازن موجود رهيو. محمد ابراهيم جويي جي لفظن ۾: "ايازَ جي شاعريءَ ۾ جذباتي (Romantic) ۽ فِڪري (Philosophical) توازُن ڪمال جو آهي": نہ تہ اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ ڪتي ڪتي شاعرُ جذبن وهيٽو ٿي، فڪري پختگي مَجروح ڪري وجهندو آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن پُختي فڪر پيش ڪرڻ جي شوق ۾ جذباتي رواني وڃائي ويهندو آهي.

هيءَ سٽَ، ڪپهہ جو بيتُ نہ آ،
مُون اُن ۾ رُڪُ پَريو آهي.

(اياز)

جديد سنڌي شاعريءَ جي هڪ هڪ صنف جو تجزيو ڪبو تہ اُن تي ايازَ جي جَڙت ۽ گهڙت، سونيءَ تند جي ريکن جيان محسوس ٿيندي ۽ نظر ايندي.

اياز جي بيتنَ تي نظر وجهبي تہ اُهو لوڪ ۽ ڪلاسيڪي شاعريءَ جي ثقافتي تسلسل ۽ جديد رنگ جو حسين سنگم ڏسڻ ۾ ايندو. ايازَ بيتَ تان تاريخ ۽ روايت جي دَز ۽ چارو ڇنڊي، اُن کي اَڄو ۽ اُجرو ڪري پيش ڪيو؛ جو تہ ايازَ ڄاتو ٿي تہ ثقافتي ورثي سان ڳانڍاپي کان سواءِ جدت ۽ نئون فڪرُ آلوٽو ۽ اٽيو هوندو آهي. نتيجي طور ايازَ جو بيتَ، ماضيءَ جو عڪسُ ۽ اولڙو نہ، پر جديد تقاضائن سان هم آهنگ ٿي، سنڌي شاعريءَ جي سجاڳ ۽ نج نبار صنفَ بنجي پيو. ايازَ بيت ۾ موضوعاتي ۽ ڪيفيتي نواڻ ۽ وسعت بہ آندي تہ اُن ۾ قافين جو نئون رِدم ۽ حُسن بہ سمايو:

اسان تي الزامَ، آندا جڳَ جيئڻ جا،
جن جي روز جوابَ ۾، جرڪيا منهنجا جامَ!،
اَلا، ڪڏهن عامَ، رسندا منهنجي روح کي!

('پُونر پري آڪاس' - صَ 13)

تاڪَ پِپُهري، سجَ ۽ لَڪيءَ جو چشمو،
اُن ۾ وِهنجي ٿو، جڻ ڪو سپنو سنڌ جو!

('اُبر ڇنڊي، پس پريِن' - ص 102)

رديف رنگ وارا بيت، سَنڌي شاعريءَ ۾ نئون تجربو آهن ۽ اياز جي ئي

---

مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!

تخليق آهن. اِهو تجربو، اياز کان اڳ سنڌي شاعريءَ ۾ ڪونہ ٿو ملي:

چَئي سگهندين چنڊَ، تو ڏي مان چو ٿو تکيان!
ڏئي سگهندين چنڊَ، مون کي پارَ پرينءَ جا!

( 'پؤنر پري آڪاس' – ص 1)

سي جي کارا کانئرا، تَرن پاٽيءَ ۾،
ٻَرن پاٽيءَ ۾، تن تي تارا ڏينهڙا!

( 'سانجهي سمنڊ سپون' – ص 83)

'چَئي سگهندين چنڊَ' ۽ 'ڏئي سگهندين چنڊ' توڙي 'تَرن پاٽيءَ ۾' ۽ 'ٻَرن پاٽيءَ ۾' جهڙو تَرڪيبي جَڙاءُ ۽ رديف– رنگ قافيي جو سِتاءُ، شيخ اياز جهڙي قادر الڪلام شاعر جو ئي ڪمال آهي.

ايازَ، سنڌي شاعريءَ جي ڪلاسيڪي ڪردارن وارا سُرَ، نئين رنگ ۽ نئين انداز ۾ لکيا آهن. ايازَ شعري مجموعي 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' ۾ يارهن ڪلاسيڪي سُرن: سورٺ، نوريءَ، سسئيءَ، سهڻيءَ، ليلا، مومل، موکيءَ، مارئيءَ، گهاتوءَ، ڪيڏاري ۽ ڪاپائتيءَ کي، "نئين ڪلاسيڪي" (Neo-Classicism) رنگ ۾ پيش ڪندي، خُود لکيو آهي تہ: "هن ڀيري مون سنڌ جي ڪهاڻين وارا سيئي سُر ٻيهر لکيا آهن ۽ هر سُر ۾ ڪنهن خيال کي اُن جي توڙ تائين رسائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مون کان اڳ هر سنڌي شاعر هر سُرَ ۾ وحدت الوجود جي فلسفي کي پيش ڪيو آهي؛ پر مون هر سُر ۾ هڪ نئون خيال پيش ڪيو آهي ۽ اُن جو سلسلو قائم رکي، اُن کي گهربل نتيجي تي پهچايو آهي... مان ڀانيان ٿو تہ ماضيءَ جي ادبي روايتن سان ناتو ٽوڙڻ هڪ جذباتي غلطي ٿيندي... اهو غلط آهي تہ ماضيءَ سان رشتو قائم ڪري، شاعر حالَ کان ڪٽجي ويندو؛ جي هن ۾ ذات آهي، سچائي آهي ۽ جي هُو پنهنجي ڀرپور جذبي، تجربي ۽ خيالَ جي گهرائيءَ سان لکي سگهي ٿو، تہ هُو ماضيءَ سان رشتو جوڙي بہ حالَ جو ترجمان ٿي سگهي ٿو."

( 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' – ص 44 کان 46)

اهڙيءَ طرح ايازَ ساميءَ جي سُلوڪن وانگر نوان سلوڪ بہ لکيا آهن، جن جو پنهنجو حُسن، پنهنجو جمالُ ۽ پنهنجو فهم آهي؛

گهاڙوءَ گهڙيو ڪونہَ، ڳهٽو تُنهنجي ڳَلَ جنن،
سورٺ! توتي چو نہ، وَرِ وَرِ مان واريون وڄان!

(سُر سورٺ: ص 75)

---

*مان ورٽو هان، مان ورٽو هان!* .

مهڪي پيئي منڊَ، تاريءَ گُلَ ٽڙي پيا،
مور نہ آهين مُنڌَ، تون ڪالهوڪي نينگري!
(سُر سسئي: ص 101)

متو ميهر هنج ۾، متان سانونڻ مينهَن،
وَرُ هي توسان نينهَن، گهوريو منهنجو جندڙو!
(سر سهڻي: ص 125)

سامي! هن سنسار ۾، هي ماٺهوءَ جو مَنُ،
پائي ماٺهوءَ پيار ۾، پنهنجو آتم ڏَنُ،
پيارَ بِنا پورَنُ، ڪوبہ نہ آهي ڪاپڙي.
نوان سلوڪ: ص 213)

ايازَ هڪ پورو ڪتابَ، پنهنجي همعصر ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڀڳتي، سدا بهار ۽ سماجي شاعرَ نارائڻ شيامَ جي ياد ۾ 'سُر نارائڻ شيام' جي سِري سان سِرجيو هو؛ جيڪو 'ڪونج پبليڪيشن مُمبئيءَ' جي محترم ايڊيٽر 'هري موٽواڻيءَ'، ڇپائي پڌرو ڪيو هو. اُن ۾ موجود بيتن ۾ جيڪو ڌرتيءَ کان جلاوطنيءَ جو درد سمايل آهي، ۽ جنهن تهذيبي سنگم جي موجودگي ملي ٿي؛ اُها هنن بيتن جي اَمرتا جو نہ رڳو اُهڃاڻ آهي، پر نواڻ ۽ نُدرت جو بہ هڪ بيمثالُ نمونو آهي:

تُنهنجي رڳَ ڪٽي ويون، گنگا جون لهريون،
سِنڌوءَ اُڀريون، ٻانهون ڦهلايون گهٽيون.
(سر نارائڻ شيام: ص 11)

گنگا کي پُوِتر ڪندي، وينئي هُن جي رڳَ،
سِنڌو! تُنهنجي ٻَڳَ، آريہ وِرشُ اَمر ڪيو.
(سُر نارائڻ شيام: ص 27)

❑ ايازَ وائيءَ جي هيئت ۽ موضوعَ ۾ بہ تبديليون آڻي، اُن کي جديد ۽ جُداگانہ رنگ ۾ پيش ڪيو آهي. هن جون وايون، فارسي بحرن ۾ بہ چيل آهن تہ هندي ڇند ۾ بہ رَچيل آهن. سندس فارسي بحر وزن وارين واين ۾ قديم وائيءَ وارو تسلسل موجود آهي، جنهن ۾ اڌ سٽ يا پوريءَ سٽ جي وراڻيءَ يا تڪرارَ سان، وائيءَ جو اصلي حُسن، روح ۽ ڪيفيت برقرار رکي وئي آهي. اياز جون ڇند- آڏارڪ وايون تہ مثالي آهن، جيڪي هر نئين شاعر لاءِ واٽَ جي لاٽَ بلڪ قطب نما جو ڪم ڏينديون رهن ٿيون. ايازَ وائيءَ

جي سِٽاءَ ۾ هيئت ۾ تمام خوبصورت تجربا ڪيا آهن ۽ اُنهن ۾ ڪٿي ڪٿي غزل ۽ نظم واريون ڪيفيتون به ملن ٿيون:

آءُ، زِنـدان جي جهـروڪـي مـان نهِـار–
ڪـهـڙي پـيـارِي رات آهـ!
آسـمـانـن مـان ڪِري ٿـو چانـدنـيءَ جو آبـشـار–
ڪـهـڙي پـيـاري رات آهـ!
بِن جَهـانـن تـي ڪَري ٿـي وارُ، ڪـويـل جي پُڪـار–
ڪـهـڙي پـيـاري رات آهـ!
هيءَ هوا، هي هيجُ، هي سامُهون ڪجورين جي قطار–
ڪـهـڙي پـيـاري رات آهـ!
تُون ڪَڙين ۾ پِي ڪُڏِي سگهندين گهـڙيءَ جي لاءِ يارَ!
ڪـهـڙي پـيـاري رات آهـ!

('پوئر پري آڪاس' – ص 92)

◉

رابـيـل رُت، مـايـا نَگـرُ،
تنـهـنجيءَ ڳِليءَ جون ڳالـهـڙيـون!
سـاڳِي هَوا، سـاڳيـو پـڌَرُ،
تنـهـنجيءَ ڳِليءَ جون ڳالـهـڙيـون!
تـوريءَ سُڳنـڌن جو سَفَرُ،
تنـهـنجيءَ ڳِليءَ جون ڳالـهـڙيـون!
تُون مـان نـہ، پـر آهـن اَمَرُ،
تُنـهـنجيءَ ڳِليءَ جون ڳالـهـڙيـون!

('راج گهاٽ تي چنڊ' – ص 37)

◉

پُونءِ نـہ آئـي پـانءِ، اَلا مـان اُڏري ويـنـدو سـانءِ،
اَلا مـان اُڏري ويـنـدو سـانءِ!
مُون سـان جاڙُ نـہ ڪـر، اي جيـڏا! سـچُ تـو آءُ چَوانءِ!
اَلا مـان اُڏري ويـنـدو سـانءِ!
نـيـٺ تـہ پـائـيـنـديـن تُون، هاٿـي پـلـي نـہ مـون ڪي پـانءِ!
اَلا مـان اُڏري ويـنـدو سـانءِ!
رهـنـدِي جيـون جي جهـرٽـي ۾، هـن جنـدڙيءَ جي جهـانءِ:
اَلا مـان اُڏري ويـنـدو سـانءِ!

ڳائي مُنهنجا گيتَ، پيو پوءِ مُون کي ياد ڪجانءِ:
آلا مان اُڏري ويندوِ سانءِ!
( 'ڪُلهي پاتم ڪينرو' – ص 19)

◉

ڏيئو پارِ! ڏيئو پارِ!
تُنهنجيءَ ڌرتيءَ ديپَ ڏڪاريا، تُون نہ ڏڪارِ،
ڏيئو پارِ! ڏيئو پارِ!
گهرَ گهرَ ۾ آ گهُگهہُ، مَگر تُون هانءُ نہ هارِ،
ڏيئو پارِ! ڏيئو پارِ!
سامِي! وَٽِ وِسامِي ويندِي، جوت جيارِ،
ڏيئو پارِ! ڏيئو پارِ!
ڪيسين تانگهيندو رهنديں تُون دُور دُوارِ،
ڏيئو پارِ! ڏيئو پارِ!
( 'وڄون وسڻ آئيون' – ص 81)

◉

آزادي انسانُ،
ڳالهہ مڙيوئي هيڪڙي،
جي تو غرضُ غلامَ جان، هَٿَ هَٿَ تُون حيوانُ!
وَهوا ڊوڊي ٿُومَ سان، جي تو مُنهن ۾ مانُ!
آزاديءَ بِن آدمِي، کَنکُر ڪٽَ سَمانُ،
جنهن کي وَڏَ وَويڪَ جا، ماٽَهو آهہ مَهانُ.
چارِي، سمجهيئہ چونديو ڇا لئہ مُون زندانُ؟
( 'ڪپر تو ڪُن ڪري' – ص 310)

❑ اياز جي **دوهي ۽ گيت** جا موضوعَ بہ ڪلاسيڪي دوهي ۽ گيت کان وڌيڪ وسيع آهن. هي ٻئي صنفون، ننڍي کنڊ جي تهذيبي ورثي جو حصو هئڻ ڪري، اسان لاءِ اوپريون ۽ اجنبي نہ آهن. اياز جي ڪنهن بہ دوهي ۽ گيت ۾، هنديءَ ۽ اردو دوهي جو تتبع ۽ تقليدَ ڏسڻ ۾ نہ ايندي، پر هِن اِنهن ٻنهي صنفن کي پنهنجي رنگ ۾ رڱي پيش ڪيو آهي. اياز، اُنهن جي هيئت ۾ پنهنجو ترنم ۽ آهنگ، مِزاج ۽ مَستي سمائي، ٻنهي صنفن کي بيتَ ۽ لوڪ گيت جو سونَ رنگ پاڻي ڏئي، نج سنڌي صنفون بنائي ڇڏيو آهي.

**دوها:** نيڻن مان جو نَئِن ڇُلي، ڪَڪَ پَنَ تي ويا رنجَ،
نِڪتيون تُنهنجون ڳالهڙيون، جئن پاڻيءَ تي هنجَ،
( 'پڙنر پري آڪاس' – ص 29)

ڏَنا ڏَنا ڪنهن، ڏَنا ڏَنا ڪنهن، مِنا مِنا هُو چَپَ،
ڪُڇي هٿي ويا ڪَپ اسان کي، ڪُڇي هٿي ويا ڪَپَ.
('پَوِنر پري آڪاس' - ص 30)

اي ڙَرَا ڪيڏا سالَ ٿيا، تو لاءِ دُعا مان گهُرندو هان،
مان مارو ٿَڙن جا ڏُکَ ڏسي، ڪيڏو نہ اُنهن لئہ کُرندو هان!
( 'سانجهي سمند سپون' - ص 152)

دُور پهاڙيءَ تي هُو پوڙهو، پَنجهوءَ جهڙو ڪيرُ؟
ٽيڪي لٺِ هلي ٿو اڳتي، ڪلهہ جٺن مُڙس مٿير.
( 'سانجهي سمند سپون' - ص 162)

مَرنداسين تہ مٽيءَ مان پنهنجي، ڦُٽندا سُرخ گلابَ،
ڪِڙندا، ٽِڙندا جِن ۾ پنهنجا، بَسنت رُت جا خوابَ.
( 'پَوِنر پري آڪاس' - ص 48)

❑ ايازَ **گيتَ** جي هيئت ۾ نِت نوان تجربا ڪري، گيت جا نہ رڳو نوان گهاڙيٽا متعارف ڪرايا آهن، پر گيتن ۾ پنهنجي تخليقي ٻوليءَ ۾ آروڪ ترنم جا اَهڙا تہ واهڙ وهايا آهن، جو سنڌس گيت پڙهندي، جذبي جي مستيءَ، لفظن جي رواني‌ءَ، قافين جي جَڙ گهَڙَ ۾ وايو منڊل جي پنهنجائيءَ ۾ مَنَ مست ٿيو وڃي. اياز جا گيتَ وائيءَ، ڪافيءَ ۾ نظم جي گهاڙيٽن کان سواءِ، نِت نين هيئتن ۾ گهاڙيٽن ۾ رچيل آهن. ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندوَ تہ اياز گيتن لاءِ نت نوان گهاڙيٽا ۾ فارم تخليق ڪيا آهن:

ڦُٽڻ لڳي آ ميندي منڙا،
نمن جهليو آ ٻُور- ڪيسين رهندين دور!
پِرِيت اسان جي نہَ رَهي، نہَ رَهي،
سُونهن سِرنهن جي سُرهي، سُرهي،
مَن کي ڪيو مجبور- ڪيسين رهندين دور!
ٻُوند اکين مان نہَ ڪري، نہَ ڪري،
اولهہ کان جو آئي ڪَڪري،
برسياسي ڀرپور- ڪيسين رهندين دور!
تو لئہ ساهہُ ائين سيڏائي،
جهُونجهڪڙي جو جٺن واجهائي،

---

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

ڄَاڻـيـي لاءِ تـلـور- ڪـيـسـين رهـنـديـن دور!
مُنـهـنـجي آسَ، ڏُڪـن جو ڏيـئـڙو،
مُنهنجو هـر سـانجهيءَ اوسـيـئـڙو،
مَرِي نـہ سـگـهـنـدو مُور- ڪـيـسـين رهـنـديـن دور!



ڦُٽڻ لڳي آ مـيـنـدي مـنـڙا!
نِمـن جهـلـيـو آ ٻُور،
ڪيـسـين رهنديـن دور!
( 'پُونر پري آڪاس' - ص 50)



محبتَ نہ ڪڏهن ماتِ ڪَئي موتَ، هلي آءُ-
سـنـدمر هـوتَ هـلـي آءُ!
ٽِڙي آهـ رتـن جوتِ، نـہ ڳڻ ڳوتَ، هـلـي آءُ-
سـنـدمر هـوتَ هـلـي آءُ!
هلي آءُ، نـوان ڏينهن، نـوان نـينهَن، هلي آءُ-
سـنـدمر هـوتَ هـلـي آءُ!
هلي آءُ، پِيـا مـيـنهَن، پِنا ڏيـنهَن، هلي آءُ-
سـنـدمر هـوتَ هـلـي آءُ!
نئـون چندُ، نـوان چاهـ، هـلـي آءُ، هـلـي آءُ-
سـنـدمر هـوتَ هـلـي آءُ!
( 'پُونر پري آڪاس' - ص 51)



مُنـهـنـجا پِريـن!
او بـانورا! او سـانـورا!
گـهـرَ ۾ گـهـرِيـن،
چوري ڪَرِيـن، ڪِلَـنـدو وَرِيـن،
مـان لـڪ ڇوان، پـيـريـن پـوان،
پَر جو مُڙِيـن، او شـل جُڙِيـن!
مُنـهـنـجا پِريـن!
او بـانورا! او سـانـورا!
سُورج وِيـو جـئـن ڏُرڪـنـدو،

---

*مان ورِڻو هان، مان ورِڻو هان!*

۾ شامَ لهرايون چڱون:
آئين نظر تون مُرڪندو،
ڪيڏيون نہ گهرايون هيون،
مُنهَن ۾ سنڌءِ اي آشنا!
سَوَ سَوَ سنيها جن ڏنا!
جنئن ڪنگ اُڏريا واءَ ۾،
ڦِرنديون ڪِريون، ڪنيڙيون ڪُٽيون:
تي ويا چِلا ڦهلاءَ ۾،
جنئن ڊنڍ ۾ لَهريون اُٿيون،
تَهہ ۾ نَظر آئين پئين،
وَهہ تي بہ لهرائين پئين...

( 'پڻ پري آڪاس' – ص 70)



تُون جي ايندين رات، اَلا او رات،
تہ منهنجي راتِ اَمر تي ويندي!
تُون جي ايندين ميتَ، تہ هِي سنگيت اَمر تي ويندي،
مُون ٻارِي جا جوت، اُنهيءَ جي جيتِ اَمر تي ويندي،
پر جي ڪاڏم ماَت، الا او ماَت،
تہ مَنهنجي ماتَ اَمر تي ويندي!

( 'ڪلهي پاتم ڪينرو' – ص 43)



ڏي ڏي، ڏي ڏي ڳاڙهي ڳِيت،
پَل پَل آهہ پيالو، اوءِ!
پيءُ پيءُ، پيءُ پيءُ، کهڙي پوءِ!
انڌياري تي مَڏُ جي جيتَ،
آڏي رات اُجالو، اوءِ!
پَر پَر، پَر پَر، کهڙي پوءِ!
چِنُ چِنُ، چِنُ چِنُ، گُل گُل گيتَ،
مُندَ ڪيو متوالو، اوءِ!
چِنُ چِنُ، چِنُ چِنُ، کهڙي پوءِ!
جندڙيءَ جهڙو منهنجا ميتَ،
ناهي ڪوبہ شِوالو، اوءِ!

جيءُ جيءُ، جيءُ جيءُ، ڪهڙي پوءِ!
پيءُ پيءُ، پيءُ پيءُ، ڪهڙي پوءِ!



هي گهناوَنيون گهڙيون،
آگ آگ آســمـــانُ،
مورُ، ريت تي رَڙيون–
مينهن آءُ!
مينهن آءُ!
مينهن آءُ!
رولِ هـئـن نـہ رُڃَ ۾،
آ مَسين ڪُلي زبانَ،
هـــن اُواڪِ اُڃَ ۾–
مينهن آءُ!
مينهن آءُ!
مينهن آءُ!
جرڪندڙ ملير تي،
تـاڪُ تـاڪُ آ اُلاءُ،
ڳمَ تي، ڳنڍيرَ تي–
مينهن آءُ!
مينهن آءُ!
مينهن آءُ!

( 'وڄون وسڻ آئيون' – ص 127)



تُون جو مُون ڪان پوءِ اچين،
ڪينجهر ڪان ڪارونجهر تائين منهنجا گيت ٻُڌين،
مُون کـي يـاد ڪـريـن!
سنڌڙي ساري ڳاڙهو ڪُهنبو ٿي ويندي تيسين،
۽ جي اُن تي مُنهنجي ڦُلڙيون ڦُلڙيون ذات ڏِسين،
شـالَ اِهـو سـمـجهين!

ڏات وڏي شــيءِ نــاهــي،
پــر سَچ وڏي شــيءِ آهـي؛
۽ جو ســـچ مـــــچائـــي
ســو مَچ وڏي شـيءِ آهـي!

( 'وڇون وسڻ آئيون' – ص 130)

"او آرائين!
تُنهنجيءَ جهوليءَ ڪهڙا گُلَ ؟"
"موتيا، سائين!
– ننڍ پَئيءَ نو ورنيءَ ڳلَ."
"او آرائين!
تُنهنجيءَ جهوليءَ ڪهڙا گُلَ؟"
"دوها، سائين!
– پيار! لُٽايا جيڪي پَلَ."
"او آرائين!
تُنهنجيءَ جهوليءَ ڪهڙا گُلَ؟"
"ڳوڙها، سائين!
– هن ڌرتيءَ جا لُڙڪَ اَجهَلَ."

( 'وڇون وسڻ آئيون' – ص 131)

گيتَ جي هيئت ۾ اهڙي تجرباتي نواڻ ٻئي ڪنهن جديد شاعر وٽ مشڪل ملندي. سنڌي جديد گيت ۾ هري دلگير، نياز همايونيءَ، گوردڌن ڀارتيءَ، بـردي سنـڌيءَ، استاد بـخاريءَ، قـيوم طـرازَ، امـداد حسينيءَ ۽ مير محمد پيرزادي وٽ نوان گهاڙيٽا، نُوان روپَ ۽ نوان انداز آهن، پر جيترا تجربا گيت جي هيئت ۽ گهاڙيٽي ۾ اياز ڪيا آهن، ٻئي شاعر وٽ مشڪل ملندا. ڪنهن وٽ ترنم جو اروڪ وهڪرو ملندو؛ ڪنهن وٽ سلِيس ٻولي ملندي؛ ڪنهن وٽ فطري منظر نگاري ملندي؛ ڪنهن وٽ تشبيهن جو حسن ملندو؛ پر اياز وٽ اهي سموريون خوبيون ۽ حُسناڪيون، هڪ هنڌ گڏ ملنديون. اهڙيءَ طرح اياز جا گيت، فن ۽ گهاڙيٽي جو ڪمال آهن.

❑ شيخ ايازَ، جديد **لوڪ گيت** بہ چيا آهن. هو جڏهن ڪنهن لوڪ گيت کي ڇُهي ٿو تہ اُن جو ردم، آبشارن جو رڌم بڻجي وڃي ٿو؛ اُن جي لئہ هندوري جو لوڏو محسوس ٿئي ٿي؛ اُن جي ٻوليءَ نرتڪيءَ جي ڇيرِ جيان ڇم ڇم ڇڻڪي ٿي؛ ۽ اُن جي هيئت، ڪنوڻ جا ڪجڪا ۽ وِڄ وراڪا محسوس ٿين ٿا:

---
*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

## چيٽو

چيــٽــو ڪـونـہ چَڙبـنـدي ســانءِ!
چيـٽـو ڪـونـہ چيـڙِيـنـدي ســانءِ!
وهـنـجان ٿـــو تـہ ڏسـي ٿـــو ڏيـرُ،
مُنـهـنـجي آهـہ مَٿـي ۾ مـيــرُ،
ڳولي گـهـاٽُ، ڪَٽي ڪو گـهـيرُ،
وِهـنجي سِهـنـجِي ايـنـدي ســانءِ!
چيـٽـو ڪـونـہ چيـڙِيـنـدي ســانءِ!
پَلِ تُون گَجَ نــــہ گُجريـــــون آڻ،
پــلَ تـــون پِي ڪـــا مُومَل مـــاڻَ،
مُنهـنجِي ڪـانـہَ ڪـدِيـن تـہ ڪـاڻ:
روئــي رَڃَ پَريـــنـــدِي ســــانءِ!
چيـٽـو ڪـونـہ چيـڙِيـنـدي ســانءِ!

## چيچ

اڙي چنـڊَ، اڙي چنـڊَ، پـريـن تـو تـہ ڏٺــو نـاهـہ!
سندس رُوپُ، سـندس رنـگُ، اِئـيـن آهـہِ، جـِئـيـن تُونَ!

اڙِي رات، اڙِي رات، پـريـن تـو تـہ ڏٺـــو نـاهـہ!
سِندس وارَ، سـنـدس ونـگُ، اِئـيـن آهـہِ، جِئـيـن تُونَ!

اڙي ڦُولَ، اڙي ڦُولَ، پِريــن تـــو تـہ ڏٺــــو نـاهـہ،
سندس رنـگُ، سـنـدس انـگُ، اِئين آهـہِ، جـِئـيـن تُونَ!

اڙي هِيــرَ، اڙي هِيــرَ، پِريــن تـو تـہ ڏٺـــو نـاهـہ،
سندس سـاٿُ، سـنـدس سـنـگ، اِئين آهـہ، جِئـيـن تُونَ!

## مٽهيار

مـٽـهـيـار آيـو، مـٽـهـيـارُ ڙي!
مـٽـهـيـارُ ڙي!
آيـــــــو چَنن ۾، والا ڪَنن ۾،
ڳانـا ڳِلي ۾، جهُونـجهـار ڙي!
مـٽـهـيـارُ ڙي!

---

*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

مـوتِي لُٽـائـي، جوتِي لُٽـائـي،
چا چا سـجائـي، سـنـسـارُ ڙي!
مـٺـهـيـارُ ڙي!
بانُهن پِٽيءَ جو، ويندي لُٽيءَ جو،
چوريءَ چِنيءَ جو سينگارُ ڙي!
مـٺـهـيـارُ ڙي!

( 'وڏا وڻ وڏڪار جا' - ص 115)

## سانوڻ تيج

آئي سـانوڻ تـيجِ ڙي!
گجُ سوين تارڙا، واجهہَ وِجهي وِڄِ ڙي!
چـوري نـہ چِـجِ ڙي!
آئي سَانوڻ تيج ڙي!
هيڪلڙو هينئڙو، اُپ ڪري هاج ڙي!
راڻـو نـہ راج ڙي!
آئـي سـانـوڻ تـيـج ڙي!
ڏيٺ مٿي مينهڙا، چِٽَ ڪئي چاتَ ڙي!
تـوريءَ اُسـاتَ ڙي!
آئِي سـانوڻ تيج ڙي!

لوڪ گيتن ۾، اياز جا 'لـمڪيان ڙي لوِ'، 'ڪَرهو' ۽ 'همرچو' بہ اعليٰ قسم جا لوڪ گيت آهن.

☐ لولي بہ سنڌي شاعريءَ ۾ لوڪ گيتن ۾ شمـار ڪئي ويندي آهي. اياز جون چيل جديد **لوليون**، 'لولي لال، جيئين شال'، 'لوليون، او ابا! لوليون لوليون' ۽ 'لالڻ، منهنجا لولي'، لوڪ گيتن جو خوبصورت نمونو آهن ۽ انهن جو رنگ ڍنگ، ڪشش ۽ لهجو بنهہ نئون آهي:

لــــولــــي لال!
جيــئـين شـــال!
پــنــهــنـجي پــــاءُ، پــنـهــنـجيءَ مــــاءُ،
پـــنــهـــنـجي پــيءُ ٻــــان شـــل جيءُ!
لــــولـــي لالَ!
لــــولـــي!...

---
*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

ساريءَ ڌرتيءَ تي آ سڀ کان سُندر تنهنجو ديسُ،
اَنَ بـــــ اُجرو، مَنَ بــــ اُجرو، وَن بــــ اُجرو ويـــسُ—
لـــــولــــي لالَ!
لـــــولــــي!...
سنڌ بہ تنهنجي اهڙي جيجل، جهڙي جيجل آنءُ،
جي تون پنهنجي پونءِ چُمينديون، هُرندءِ مون لئہ هانءُ—
لـــــولــــي لالَ!
لـــــولــــي!...
( 'وڄون وسن آئيون' - ص 5-104)

◉

مُنهنجيءَ ڇاتيءَ ڇولي وو!
لـولـي وو! لـولـي وو!
لالـڻ مـنـهـنـجا، لـولـي!
اهڙي ٻولي ڪا بہ نہ جهڙي ٻاروتي جي ٻولي وو!
لالـڻ مـنـهـنـجا، لـولـي!
سنڌڙيءَ جهڙي سينڌ نہ ڪنهن کي، پنهنجي ڌرتي ڏولي وو!
لالـڻ منهـنجا، لولي!...
جنهن ۾ پيٽ ڌڻيءَ جو واسو، آءُ انهيءَ جي گولي وو!
لالـڻ مـنـهـنـجا، لـولـي!
مون جهڙي ڪا جهولي وو!
لـولـي وو! لـولـي وو!
لالـڻ منهـنجا، لـولـي! ( 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 106)

اياز جا غزلَ جديد روايت جا حامل آهن. غزل جي شاعري جيئن تہ فارسيءَ ۽ اردوءَ جون روايتون کڻي سنڌي شاعريءَ ۾ داخل ٿي، اُن ڪري اُن ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي لفظن ۾: ”ٻن طريقن سان جدت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. هڪڙي گروهہ جي شاعرن، غزل جي ٻولي، ماحول، تشبيهون ۽ تلميحون سنڌي ماحول مان کنيون ۽ اُن کي سنڌي ويس پهرايو. اُنهن ۾ شيخ اياز، سڀني کان اڳرو هو. ٻئي گروهہ، غزل جي زبان ۽ لهجو فارسي ئي رهڻ ڏنو، پر اُن جي موضوعن ۾ جدت پيدا ڪيائون. اُنهن شاعرن ۾ شيخ عبدالحليم جوش، علي محمد مجروح ۽ منظور نقوي اهم آهن.“ (مهراڻ- 2-1984ع، ص 53).

بهرحال، اها حقيقت آهي تہ شيخ اياز، غزل کي سنڌي روايتن سان رڱي، اُن کي 'گيڙوءَ ويس غزل' بنائي ڇڏيو.

سـنـڌڙيءَ کـي سـيـبـاءِ ايـاز!
پـنـهـنـجا گـيـڙوءَ ويـس غزل.

اياز جي پهرئين شعري مجموعي 'ڀؤنري ڀري آڪاس' ۾ ڇپيل سندس ڪن اوائلي غزلن ۾ فارسيءَ واري زير اضافت، واوَ عطفي، فارسي لفظن ۽ ترڪيبن جو محدود استعمال نظر اچي ٿو، پر اُن جي پٺيان بہ سون سالن جي فارسي ۽ سنڌي شاعريءَ جو گڏيل پسمنظر موجود آهي: اياز جي غزلن ۾ فارسي بحرن ۽ وزنن جو ڪافي استعمال نظر اچي ٿو، پر سندس غزل جو مزاج، لهجو، ادائگي ۽ انداز بنهہ پنهنجو ۽ سنڌي آهي:

راتِ تـوکـي پـئـي پُڪـاري، آءُ!
ڪـنـهـن تـئـين چنڊ جي سـهـاري، آءُ!

اَچو تہ ٽـوڙيـون سُڪـوت سـاحـل جو،
مـوج و طـوفـان ڪـٽـي ڪـناري، آءُ!

( 'ڀؤنر ڀري آڪاس' – ص 160)

اوهان جي اکين جامِ مئي مـان نهاريو،
اسـان چوٽَ کـائـي، کـٽـي جامُ هـاريو.

اسـان جون وفـائون، نہ سـاحل نہ ڪـشـتي،
اوهـان جون اَدائـون، نہ ٻـوڙيـو نہ تـاريـو!

هِي اَڻجاڻ ڄاڻو، هي بي سمجهہَ سمجهو،
ڀـريءَ بَزم ۾ مُون اَڪـيـلـو گُذاريـو.

ايـاز آهـہ سـجدي ۾ مـثـلِ صُراحـي،
اُنـهـيءَ جي عـبـادت، ڀِـيـو ۽ ڀـيـاريـو!

( 'ڀؤنر ڀري آڪاس' – ص 161)

قَدم قـدم تي هجومِ رنـدان، نظر نـظر ۾ شـراب خانا،
ڪري ويـو ڪـيـرُ بـارشِ مي، خُمـار آلـود ٿـيـا زمـانـا.
شعور هستي جتي ڪتي آ، شُعار هستي ڪتي ڪتي آ،
پيئـو پيئـاريو، جيئـو جيئـاريو، مگر بہ اندازِ عـارفـانا!

( 'ڀؤنر ڀري آڪاس' – ص 197)

پـي خبـــــر نــاهـــ، پــر مَرڻ کـــان پــوءِ،
تــو ســان گـڏجڻ جون حـســرتـون رهـنديـون.

جامر و مــــيــنــا رهـــي، رهـــي نـــ رهـــي،
مُنهـنجي اکــڙيـن جون عـــادتـون رهـنديـون.

ســـــرحـــــدِ غمر قـــــريــب آ دوســـت،
ســاڻُ کـيـــسـيـن مـــحـبـــتـون رهـنديـون.

تُنهنجيءَ پهلوءَ ۾ کيـســتـائـين دوست!
ابـــنِ آدمر جون جنـــتــــون رهـــنـــديــــون.
( 'پؤتر پري آڪاس' - ص 231)

هنن غزلن ۾ 'سُڪوت ساحل جو'، 'موج و طوفان'، 'جامِ مئي'، 'پري بزم'، 'مثلِ صُراحي'، 'هُجومِ رندان'، 'بارشِ مَي'، 'خُمار آلود زمانا'، 'بہ اندازِ عارفانا'، 'جام و مينا'، 'سرحدِ غم'، 'ابنِ آدم' وغيره جهڙيون فارسي ترڪيبون، اصطلاحَ، زيرِ اضافت، واؤعطفي ۾ حذف جا مثال ملندا، پر باوجود اُن جي، اياز جو رنگ، ادائگي، پيشڪش، شعور ۾ فڪرُ، فارسي ۾ اردو غزلن جي روايتي رنگ ۾ پيشڪش کان مختلف ۾ منفرد نظر ايندو.

وَري جڏهن ايازَ، غزلن لاءِ مترنم هندي ڇند متعارف ڪرايا تہ اُنهن جي موسيقي ۾ مدرتا کان متاثر ٿي، سنڌي غزلِ جي هن گلاب واسِئين وات تان جديد شاعرن، قطار در قطار سفر شروع ڪري ڇڏيو. سنڌي غزل جي ميدانَ، موضوع، مزاج ۾ زمينَ ۾، ايازَ جيڪا جدت ۾ وسعت سمائِي ۾ اُن کي جيڪو نئون رنگ ۾ روپ ڏنو؛ اڄ جو جديد سنڌي غزل، اُن جو مرهونِ منت آهي. ايازَ، غزل لاءِ تجنيس (Alleteration) ۾ ترڪيبن سان پريل اهڙي ٻهڪٽي ٻولي ڪم آندي، ۾ عروض ۾ ڇندَ جا اهڙا عام، سلوٽا ۾ سَهنجا وزن استعمال ڪيا، جو سندس غزلن جي تقطيع (scaning) ڪندي، مشڪل سان ڪٿي ڪو لفظ ڪيرائڻو يا حذف ڪرڻو پوي ٿو. اهڙيءَ طرح سندس غزلن جي ٻولي 'مجسم جماليات' بڻجي پئي آهي.

مـيـلـي ۾ تُون تَنهـا تـنهـا، ڪـنهـن کي ڳولين تـو؟
اک ۾ ڳوڙهـا، هٿ ۾ گُجرا، ڪـنهـن کي ڳولين تـو؟

---

مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!

مُنهنجون اکڙيون، پوءِ بہ اُڃايون، تَلُ ترايون سَوَ،
هرڙيءَ جهڙا مُنهنجا هِردا، ڪنهن کي ڳولين تو؟

( 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 40)

او مَنَ- ماتا هوريان هل،
منزل آهي هر هڪ پَلُ

سنڌڙيءَ کي سيباءِ اياز!
پنهنجو گيڙوءَ ويس غزلُ.

( 'کُلهي پاتم ڪينرو' - ص 60-61)

نہ ڪُوڪِ ڪويل؛ نہ ڪُوڪِ ڪويل! اسان اڳيئي ڏکي، ڏُهاڳڻ!
ڏِسين نہ تي ڇا پِرهہَ پَري آ، لَهو لَهو راتِ نِردئي آ!

سَکي هَوا ۾ هُڳاءُ آهي، گُلي گُلي گيتُ تي وَئي آ!
پِيا بِنا ننڊُ ڪيئن ايندي، بسنتِ جي راتِ بي ڇئي آ!

( 'ڪي جو پيچل پوليو' - ص 73)

تي ماڪَ وسي مئخاني تي، ڪي رندَ ڪَڙو ڪڙڪائن ٿا،
ڪي ڳاتَ ڳُهَرِ مان ڇِرڪن ٿا ۽ جام جهلي واجهائن ٿا!

آ مَهڪَ هوا ۾ مينديءَ جي، سي گهوٽَ اچن ٿا گهايَل تي،
هي لال لهوءَ ۾ ليٽڙجي، اڄ رَت جي ريتِ نڀائن ٿا!

( 'ڪي جو پيچل پوليو' - ص 96)

هيءَ هُرڪُر ريبَ بسيرن جي،
تي ويندي ساڪَ سويرن جي،

مُون مُرڪي پنهنجو پاندُ ڏِنو،
رُتِ آئي ڳاڙهن ٻيرن جي!

( 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 169)

ايازَ سنڌي شاعريءَ لاءِ عروضي بحر بہ گهڻي ڀاڱي اُهي ڪم آندا آهن، جيڪي وڌيڪ مُترنم ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ شاعريءَ جي سڀاءَ سان ٺهڪندڙ آهن. اياز جي هيٺين غزلن ۾ فارسي ترڪيبن، حذف ۽ روايتي رنگ کان انحرافَ ۽ نج سنڌي، رِدم سان ڀرپور، ديسي ماحول ۽ سنڌي تهذيب جو عڪس نظر ايندو:

اي دل نہ ڪاءِ ڏوڪو، اڄ پيءُ هي پروڪو!
ساغر وِچان ڏسي ٿو، هي ڪائنات ڪوڪو.

هي نازَ جون نِهارون، تو اڳ بہ آزمايون،
شايد جِتاءُ ڪن اڄ، اي عشق، ڪاءُ ڏوڪو!

( 'وڇون وسڻ آئيون' – ص 47)

ساڳُ پنهنجو پَلي، سِنڌ پو يي پَلي،
پاڳَ واري سدا پُونءَ تي پر جهلِي،

سنڌُ مرڻي نہ آ، اي اياز، آ اڃا،
اُجَّ جو آسرو، ڪا تہ پاڻِي ڪَلِي!

( 'ڪي جو پيجل پوليو' – ص 75)

جي تو اڃا نہ ڄاتو، آ ڪيرُ ديس واسي،
تُنهنجو جنم اجايو، تنهنجي مِٽي اٽاسي،

آيو ويو سڪَندر، سيوهڻ اَڃا اُتي آ،
هُو ڪيرتَرُ ڪڙو آ، وِيندا رَها وَناسي.

( 'ڪپر ٿو ڪُنَ ڪري' – ص 320)

ايترو پاڪرين پئي آهين،
روحَ ۾ جڻ رَچي وئي آهين!

چندُ چهرو، گُلابَ جڻ گردن،
چا چُمي چا چُمان، پئي آهين.

( 'سُورج مکي سانجهہ' - ص 137)

ٿِئي شال ڪوئي پُليءَ جو پَلو ڙي!
وري پيٽ پاسي هَلو ڙي، هلو ڙي!

ايازَ اڄ پيا ياد ورهين وِچوڙيل،
اکين جي اُڳيان ڪو تِلي تو تلو ڙي!

( 'وڇون وسڻ آئيون' – ص 167)

دَردَ جي شام آ سِڄُ ويندو لهي،
واءِ ۾ آهہ ڪا ڳالهڙي اَڻ ڪهي!

هـــي ٻٻَرَ پيــلــڙا تـــا شَفَـــق ۾ ٻرن،
ڇيـلـڙا تـــا ڇرَن، ڏٺـي عـــجب آگـــهـــي!
( 'سُورج مکي سانجهہ' - ص 179)

☐ **نَظمُ**، سنڌي شاعريءَ جي اَها صنف آهي، جنهن ۾ اياز، سڀ کان وڌيڪ هيئتي، موضوعاتي ۽ موادي تجربا ڪري، ان کي 'جديد نظم' جو روپ ڏنو. نظمُ، اياز جي هٿن ۾ اچي، فرينچ، انگريزيءَ ۽ اردوءَ جو چوغو، لبادو ۽ ڪوٽُ لاهي، سنڌي مزاج، سنڌي ويسَ ۽ سنڌي روح جو آئينو بنجي پيو. اياز فني لحاظ کان مَغرب جَي تقليد نہ ڪئي آهي، البت هن جديد مغربي فڪر جو اثر ضرور قبول ڪيو آهي؛ ڇو تہ اياز جي نظر ۾ فِڪرُ، جامد، ساڪت ۽ دُٻي جي پاڻيءَ وانگر بيٺل نہ هوندو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي، جو اياز جي شاعريءَ ۽ خاص ڪري نظمَ ۾ اسان کي مغربي ۽ مشرقي فِڪر جو حسين اِمتزاج نظر ايندو. جڏهن تہ فني ڏانءُ، اياز وٽ نجُ پنهنجو آهي، ليڪن اُن ۾ مشرقي مزاج ۽ روح ضرور موجود آهي:

صَنوبر جي سائي ۾ ويهي رَهون،
چُمِي جئن سگهي چندُ تُنهنجون ڇڳون،
گهڙيءَ لئہ گُناهہ محبت ڪيون،
نہ شايد وري زنَدگيءَ ۾ مِلون!

پرين، ڪوئي اِنسانُ انسانَ جو،
نہ ٿيو آ نہ ٿيندو سدا مرحلو،
فقط رات جي راتِ تو جئن ڏنو،
صنوبر جي ٻانهن ۾ مهتاب هو.

سندءِ جسم جي اجنبي آرزُو،
سندم روح ۾ ائِن ڦري ڪُو بَڪُو،
جئين رڻ ۾ ڪَائي هرڻي ڦري،
ڪَري ڪنهن مِٺي نهر جي جستجو.

هلي آءُ آغوش ۾ نازنين،
تمنا سدا آهہ جنّت نشين،
محبت گنهگار آ پرَ حسين،
پرين، او پرين، او پرين، او پرين!
( 'پوٽر پري آڪاس' - ص 143)

◉

جُواني نہ رهندي،
جواني نہ رهندي،
اسان جي صدا آ صدائي الستي،
ڪيو مئي پرستي، ڪيو مئي پرستي!
پيئو حُسن هستي، پيئو حُسن هستي،
اِجا پي بہ مَستي، اجا پي بہ مستي!
سدائين مَئي ارغواني نہ رهندي،
جواني نہ رهندي،
جواني نہ رهندي...

( 'پؤنر پري آڪاس' - ص 145)

◉

رات ترل رل،
تارا جهل مِل،
نينهن تڪي نيراڻ!
آءُ پُليءَ جي پاڻ!

( 'وجون وسڻ آئيون' - ص 26)

◉

سَچ وڏو ڏوهاري آهي-
روز أزل کان پڪڙيو ويو آ،
زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو آ،
ڳولي ڳولي ماريو ويو آ،
ڪڏهين زهر پياريو ويو آ،
ڪڏهين ڦاهيءَ چاڙهيو ويو آ،
تيل ڪڙهائيءَ ڪاڙهيو ويو آ،
گهاڻي ۾ پيڙايو ويو آ،
چوٽيءَ تان اُڇلايو ويو آ؛
ها، پر پوءِ بہ اُنهيءَ جي ساڳي،
رهندي آئي ريت اِيا ڳي!
جنهن جي مَنَ ۾ ڪاٺُ هٽي ٿو،
تنهن جو سارو چئنُ ڪٽي ٿو!
اج تو وٽ مهمانُ ٿيو آ-
پر تو هي بہ ڪڏهن سوچيو آ!

کنهن سان تُنهنجي ياري آهي؟
سـچَ وڏو ڏوهاري آهـي-!
( 'ڪپر تو ڪُن ڪري' - ص 23)



هـي سـنـگـرامر!
سـامـهـون آ
نـارائـڻ شـيـامر!
هـن جا مـنـهـنـجا
قـول بـہ سـاڙيـا،
پـول بـہ سـاڙيـا
هُو ڪـوتـا جو ڪـاڪِ ڏٺـي پـر،
مـنـهـنـجا رنـگ رتـول بـہ سـاڙيـا،
ڍِٺُ بـہ سـاڙيـو،
ڍول بـہ سـاڙيـا،
هـانءُ بـہ سـاڙيـو،
هـول بـہ سـاڙيـا
هـن تـي ڪـيـئـن بـنـدوق ڪـٺـان مـان!
هـن کـي گـولـي ڪـيـئـن هـٺـان مـان،
ڪـيـئـن هـٺـان مـان!
ڪـيـئـن هـٺـان مـان!
ڪـيـئـن هـٺـان مـان...
( 'وڃون وسڻ آئيون' - ص 47)



منيءَ تي جٺن باک ڦُٽي ٿي،
پِٽَ پِٽَ آ ڳاڙهي گُل گلابَ جيان،
هن ڏرتيءَ جي خَواب جيان-
واريءَ تـي لالاڻ اُفـق پر
آهـي تـيـز شـراب جيـان،
ايـڏي آ ڳاڙهـاڻ اُفـق پر
شـعـلا شـعـلا پـيـچَ پـڳن جا،
پـائـي جڻ اونـآرَ اچن ٿـا،

---

مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!

منهنجي پرسان جهوڪَ ٻڌن تا،
پيرَ ڇُهن تا، لُڙڪ اُگهن تا،
پوءِ هٽن تا،
اهڙا نعرا
پِٽَ پِٽَ گُونجي ٿي جن سان،
منهنجي رُوح رٻابَ جيان-
واريءَ جا طوفان اُٿن تا،
آنڌيءَ جئن انسانَ اُٿن تا،
تر ٻَر روز حساب جيان،
ها، ها، منهنجي خواب جيان،
ڳاڙهي گل گلاب جيان-

('چنڊ چنبيليءَ وٽ' - ص 13)



چانڊني راتين ۾ ڪنهن رابيل جي ٻُوٽي جيان،
جڻ تُون هُئينءَ،
يا سُڳنڌن ۾ پَرِيل ڪنهن واءَ جي جهُوٽي جيان،
جڻ تُون هُئينءَ،
ڪير ٿُر تان ڳَڏُ ڪو نَئن ڳاج تي جيئين جهُڪي،
تئن مان هُيس،
رِڻَ مان ڪوئي هَرڻ پاڻي ڏِسي ڏاڍو ڏُڪي،
تئن مان هُيس.
تُون مِلينءَ مون کي ته سارو جڳُ مِليو، پيو ڇا کپي!
مُنهنجي سڪي!
ماڳُ ڏاڍو آ پري، جي دڳُ مليوَ پيو ڇا کپي!
مُنهنجِي سڪي!

('راج گهاٽ تي چنڊ' - ص 183)

ايازَ، سوين نظمَ ڇپيا آهن سندس هڪ هڪ نظم بيمثال آهي. ورهاڱي کان اڳ لکيل نظمَ 'او باغي، او راڄ دروهي، ڀارت ۾ بلوي جا باني' کان وٺي دوهي جي سٽاءَ ۾ لکيل نظمن 'منهنجا مِٺڙا ڀُٽ' ۽ 'تو تان واريان چنڊ' تائين؛ 'بنگلاديش جي وَئشاَ' جهڙي مختصر نظم کان وٺي 'هي گيتَ اَڄايل مورن جا' ۽ 'مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان' جهڙن طويل نظمن تائين؛

---

مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!

ناچ- ڏن تي لکيل نظم ’پِريتِ پرينءَ جي پايل پايل‘ کان وٺي جنگي ڏن تي لکيل نظم ’اڄ وري هُو ڦاشي ڪَـنا‘ تائين؛ يا ’وَڃو ڪنويليو وڃو، وڃي پرينءَ کي چئو‘ نظم کان وٺي ’موتي هل، موتي هل‘ نظم تائين؛ اياز، نظم جي هيئت، مواد، موضوعَ ۽ ڪيفيت ۾ جيڪا جِدت ۽ نُدرت پيدا ڪئي آهي، اُن جو مثال نہ ٿو ملي.

اياز ڪيترا نظم، لوڪ شاعريءَ ۾ ڪنهن پهاڪي جي سِٽَ، ڪنهن فارسي غزلَ يا پنجابي ۽ سرائيڪي ڪافيءَ جي سِٽَ يا مصرع ڪيَ آڌو رکي ۽ اُن جي پسمنظر ۾ بہ لکيا آهن؛ جن جو وري پنهنجو حسنُ ۽ سُنڀاءُ آهي. سندس اهڙا نظم، ’وڄون وسڻ آئيون‘ ۽ ’رڻ تي رم جهم‘ وغيره مجموعن ۾ موجود آهن؛

”ديسي سيڻَ ڪَجن، پرديسي ڪهڙا پرين!“
(هڪ پهاڪو)

آ ڪيـڏي پيـتڙ پـهـاڪي ۾–
هـن جهونـي ڦَـٽ جي ٽـاڪـي ۾!
اي ڌرتـي، ڇا ڇا دانـشـهـن بُڌي،
مُون ٽُنـهـنـجي وَاڪـي واڪـي ۾!
۽ ٽـنـهـنـجي ڳُـهـاڻـن مُرڪَ ڏني،
مُون پـنـهـنـجي لُونءَ لـنيـاڪـي ۾!
۽ ٽُـهـنـجي پيـتـل لُڙڪَ ڪَيـو،
ڪـو نـاتـو ڇُڪـنگ ڇُـٽـاڪـي ۾!
جڻ مـون پـنـهـنـجي تـصـويـر ڏٺي،
اڄ پـيـتڙ ڏنـيءَ جي خاڪـي ۾!

( ’وڄون وسڻ آئيون‘ - ص 150)



تَن مَن ميـرا پُرزيَ پُرزيَ جِيـئُون درزي دِي ليـران هُو.
(سلطان باهو)

اهـڙو وقـت بہ ايـنـدو آهـي
جو مـاڻـهـوءَ جو تَنُ مَن ”بـاهُو“
پُـرزا پُـرزا ٿـيـنـدو آهـي
ڪـنهـن درزيءَ جي ليـڙن وانـگر–
مُون بہ تہ اِهـڙو وقـت ڏٺـو آ

مان ورتو هان، مان ورتو هان!

ڏاڍُ ڏِسي جڳُ سهمي ويو آ،
ڌرتيءَ تي انسانَ ڦِرن ٿا،
ماڪوڙن جئن ڪيڙن وانگر-
اَنڌ اُلوليون ائن ماٺي تي،
پاَنءِ ته پُنءِ تي پَنگُ نه پوندو،
شال اچي گهنگهور گهٽا ڪا
اوت ڪري اوهيڙن وانگر-

('رڻ تي رم جهم' - ص 43)

مَئن پي چاٽان جهوڪَ رانجهن دي،
نال ميري ڪوئي چلي.
(ماڌو لالُ حسين)

ڪوئي ته مون سان هَلي!
آءُ اڪيلو، پنڌ پري آ
ڳاٺُ نه ڪنهن جو ڳلي!
ڪوئي ته مون سان هلي!
جهُڙ ڦُڙ جهڙيون ڳالهڙيون ڪي،
جيءُ پيئو تو جلي!
ڪوئي ته مون سان هلي!
('رڻ تي رم جهم' - ص 35)

اياز جو هر صنف جو فني تجربو پنهنجو مٽ پاڻ آهي، پر مون جيئن متي دعوٰي ڪئي آهي ته ايازَ نظم ۾ سڀ کان وڌيڪ فني تجربا ڪيا آهن؛ اُن جي تصديق، ڪجهه ٻئي انداز ۾، سنڌي ٻوليءَ ۽ شاعريءَ جي وڏي نقادَ، سائين محمد ابراهيم جويي صاحب هن طرح ڪئي آهي:

"ايازَ جي شعر جي خالي فني تجربي کان مون هميشه پاسو پئي ڪيو ۽ ائين پئي سمجهيو آ ته اِهو ڪم سواءِ خُود اياز جي ٻئي ڪنهن نقاد کان پوريءَ طرح نه ٿِي ٿي سگهيو. خاص ڪري، ايازَ جا نظمَ اُنهيءَ لحاظ کان مون کي ڏاڍا انوکا پئي معلوم ٿيا آهن. انهن کي نظم جو ڪوبه مروج روپ نه آهي، ۽ ائين ٿو لڳي، جڻ ڪنهن نشي ۾ آيل مصور ڪيئي رنگ

ڪئنواس تي هاري بُرش جي زوردار جهٽڪي سان،
گهڙيءَ ۾ عجيب غريب نقش ٺاهي ورتا هجن.“
(تماهي مهراڻ، 1999/4ع- ص 47)

جتي، جويي صاحب جي اِها راءِ وزنائتي آهي ته اياز جي نظمن کي ڪو مروج روپ نه آهي، اُتي اِها به حقيقت آهي ته ايازَ نظمَ کي اهڙا نوان ۽ نرالا گهاڙيٽا ۽ فارم مُهيا ڪري ڏنا آهن؛ جيڪي سنڌي شاعريءَ ۾ نه رڳو مُروج ٿِي ويا آهن، پرگهڻي ڀاڱي هر جديد سنڌي شاعرَ اِها ڪوشش ڪئي آهي ته ايازَ جي گهاڙيٽي، فارم يا زمينَ ۾ نظم لکي- ۽ اهڙا مثال، جديد سنڌي شاعريءَ ۾ ويهي ڳوليا، ته سوين ملي ويندا.

❑ ايازَ **آزاد نظمَ** کي نئين نغمگي، نئون ردم، نئين معني، نئون حُسن، نئين وسعت ۽ نوان زاويا عطا ڪيا آهن. هن جي آزاد نظمن ۾ ڪٿي قافيي جي پابندي ملي ٿي؛ ڪٿي تجنيس حرفي ۽ هم آوازي موجود آهي؛ ڪٿي اندروني قافين جو اَروڪ ترنم محسوس ٿئي ٿو ته ڪٿي تسلسل، ترنم ۽ تاثر جي خوبصورت وحدت نظر اچي ٿي. آزاد نظم ۾ ترنم ۽ نغمگيءَ جي موجودگيءَ بابت خُود اياز لکيو آهي ته: ”ترنم جي تخليق لاءِ نه قافيو لازمي آهي ۽ نه نظم جي ڪائي خاص هيئت. آزاد نظم، شعري ڪيفيت جو آزادانه جولان آهي ۽ نه بيراهه روي، جيئن عام طرح سمجهيو ويندو آهي. دراصل آزاد نظم ۾ مقفيٰ نظم کان زياده ترنم ۽ فني صلاحيتن جي اظهار جي گنجائش آهي.“
( ’پڻر پري آڪاس‘ ، مهاڳ- ص 2)

اَزل جي پُراسرار آڳ
جلائي پئي ۽ وِسائي پئي زندگيءَ جا ڏيئا ،
ڏيئا ۽ ڏيئاٽيون،
پِيون بدليون،
مگر لاٽَ سان واٽَ پئي جرڪندي،
سدا جوت کي آهه جاڳ
ازل جي پُراَسرار آڳ
جلائي پئي ۽ وِسائي پئي زندگيءَ جا ڏيئا!
( ’پڻر پري آڪاس‘ – ص 105)



اسان ننڍ جا نيڻ آهيون، پرين!
سُٺي ساهه جاڳي،
وڃي ڏُور دور،
مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!

سِتارا لٽاڙي اسان جو شعور؛
سوين چنڊَ ساٿي،
ڪَتين جا سَوين قافلا رهگذر ۾،
سَفر ۾
سوين ڪائناتون،
نہ آغازُ جن جو، نہ انجامُ جن جو،
زمان ۽ مَڪان کان مُسلسل نجاتون،
اَزل کان اَبد تائين سُک جون براتون:
جڏهن موٽ ڪائون،
سوين راز آڻيون،
سوين سازَ جي لاءِ آوازَ آڻيون،
سوين چنڊَ ڇايون،
ستارا ٽَڪايون،
اُنهَن سان اچي جڳُ سڄوَ جڳمڳايون،
- اسان جاڳ جا ياڳ آهيون پرين!

( 'ڀؤنر ڀري آڪاس' - ص 106)

ايازَ جي مٿين اوائلي آزاد نظمن ۾ هم آوازي، هم آهنگي، تجنيس حرفي، اندروني قافين ۽ اروڪ ترنم جي مست نئن واري رواني ۽ وهڪرو موجود آهي. اهي ٻئي نظمَ فارسي بحر ۾ چيل آهن، پر ايازَ جا ماترڪ ڇندَ وارا آزاد نظم بہ ترنم، تسلسل ۽ روانيءَ جو خوبصورت مثال آهن، جهڙوڪ:

اُلهاس نگر جي تيز هوا
ڪنهن وقت حَشوءَ کي ڳولي ٿي
اُلهاس نديءَ ۾ ڦولي ٿي،
هُو ڪير هُيو جو سَپنو هو،
جو قيد ڪڙن ۾ ساڀيا جي
هئن ڦاٿو هو؟
تاَريخ هُئي طوفانَ جيان،
مان اُن ۾ تحريرون هُن جون،
ڪنهن جاءِ ڏسان؟
هي حَشوَ جيڪو سِنڌُ هُيو،

انسانُ هُيو، ارمانُ هُيو،
نادانُ هُيو،
هن ڪونہ ڪيو ڪو سمجهوتو.
اي ڪاش!
اُنهيءَ جو مان جُوتو،
ڪنهن وقت ڪٿان،
اي ڪاش! سَمنڊ جي نوڙهہ مٿان ايڏو تہ هٿان،
ايڏو تہ هٿان...
ايڏو تہ هٿان... ('چوليون پوليون سمنڊ جون' - ص 272)

اياز جي آزاد نظمن مان خاص ڪري 'هرڻ هنيلا'، 'راتڙي، هيءَ نُورَ جي برساتڙي'، 'اجنبي! آءُ، گهڙي آءُ!'، 'هاءِ بازارِ جهان'، 'هيءُ ڏڳاٿو خانُ'، 'پورهيت لئہ پرديس بہ ساڳيو'؛ 'دُور ڪيلاش تان، چنڊُ هيمنت جو'، 'تُون آءُ تہ اُڏامون ڏرتيءَ تان'، 'مُون تہ پڙهيو هو بيڪس ڪي'، 'هي گيت اُجايل مورن جا' ۽ ٻيا نظم، ترنم، تاثر، موضوع جي وحدت ۽ خيال جي ارتقا جي لحاظ کان لازوال آهن، اياز جو هيٺيون آزاد نظم تہ شاهڪار قسم جو آهي:

سوچئين تون مٿان،
مُون مٿان مقبرو!
چنڊ، تارا، ڪَتيون،
سِجَ جون مشعلون،
مُون مٿان
روز ٻرنديون پيون!
هي خُدائي مجاور جيان،
روز مون تي ڪندا سوجهرو.
روز مون تي شفقَ پَڙَ پائي زريءَ جا، عقيدت جو اظهار مون سان ڪندي
ڏينهن جو روز سورج مُڪين سان پئي زندگي جرڪندي،
راتِ رَابيلَ جا گُلَ نِڇاور ڪندي،
خاڪِ سان تنهن مِٽيءَ کي مُعطر ڪندي،
آن! هوندس جتي!
تُون مٿان هن گنهگار کي

---

*مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!*

کنهن وڏي پير سان پيتئين،
شاعري ريتئين،
جنهن هزارين بزرگيون متائي ڇڏيون،
سڄ هينان ڪَڪر جئن ڇُپائي ڇڏيون،
مشعلون سوَ جلائي ڇڏيون،
جي نہ ڪوئي بُجهائي ڇڏي،
۽ نہ طوفانُ ڪوئي بہ اُن کي وِسائي سگهي.

('ڪتين ڪر موڙيا'، پاڳو پيو- ص 84-185)

☐ **نثري نظمَ** آزاد نظمَ جي اِئين توسيع (exteusion) آهي، جيئن آزاد نظمُ، نظمَ جي توسيع آهي. سنڌيءَ ۾ نظم ۽ آزاد نظم وانگر نثري نظمَ بہ سڀ کان وڌيڪ شيخ اياز ئي لکيا آهن؛ بلڪ اِئين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ سنڌس شاعريءَ جو سڀ کان وڏو حصو، نثري نظم ئي آهن.

شيخ اياز جي نظر ۾ نثري نظم جي مکيہ خاصيت، 'اُن جو اُوچو سيَاءُ ۽ اَروڪ نواڻ' آهي. ايازَ، نثري نظم جي ابتدا 1960ع واري ڏهاڪي کان ڪئي ۽ زندگيءَ جي پڇاڙڪن لمحن تائين نثري نظم لکندو رهيو. ڪتابَ 'آڪ جون ڦلڙيون، پيچ پنيءَ' کان وٺي ٽئگور جي 'گيتا نجليءَ' ۽ نغمئہ دائود جي انداز ۽ رنگ ۾ رڱيل سنڌس پُراثر حسين 'دعائن' تائين؛ اياز، ڀرپور قسم جا نثري نظم لکيا آهن. هُو نثري شاعريءَ بابت خود رقمطراز آهي تہ:

"هيءَ نثري شاعري بہ عجيب نشو هئي. اُن جي اختصار ۾ مون کي جذبي ۽ تقدير جي ڪلامَ، گهرائيءَ ۽ گهاتائيءَ ۽ شاعريءَ جي رُوپ، رنگ ۽ تراش خراش جو پورائو نظر آيو." ('سر لوهيڙا ڳيتا' مهاڳ- ص 46)

اياز جي نثري نظمن ۾ هڪ ترتيب آهي، هڪ خاص قسم جو اندروني ترنم، نغمگي، آهنگ ۽ رچاءُ آهي. اُن جو پنهنجو هڪ نرالو ۽ انوکو حُسن آهي، هن جا نثري نظمَ، نظمَ ۽ نثر جي خوبصورت ٻوليءَ جو خوبصورت امتزاج آهن، جن ۾ تاثر، خيال ۽ جذبي جي وحدت موجود آهي ۽ اُنهن کي پڙهندي، مَنُ هڪ اَڇوتي خُمار ۽ مستيءَ ۾ مگن ٿي ويجي ٿو.



(بمبئي- ماهر بيچ تي)
ڪنهن جي ڏينڙي،
لاڏو ڳائي رهي آهي

۽ سنڌي ٻولي
سمنڊ جي شورَ ۾ ملي وئي آهي؛
اُهو ساڳيو لاڏو،
شايد ڪنهن جي ڏيئڙيءَ
ڪينجهر جي ڪَپ تي ڳايو هوندو،
يا سانجهيءَ ٽاڻي،
ڪياماڙيءَ تان،
اُن جي مَڌرتا
هَوا جي گهِمر ۾ ڪهُلي،
مَنهوڙي تائين پهتي هوندي!
اُنهيءَ لاڏي ڪي لوڏو ڏئي ڏِسو!
اُهو جهُولو آهي،
جو ڪَراچيءَ کان بمبئيءَ تائين
جهُولِي رهيو آهي،
۽ جنهن ۾
سنڌ جي
معصوم محبت سُتل آهي.

( 'اَڪ جُون ڦُلڙيون، پيچ پِني' - ص 35)



گانڌيءَ جي سَماڌيءَ تي،
سُفيد ۽ سُرخ گلاب جا
ٻہ گُلَ،
هڪُ
تُنهنجي مُنهَن جهڙو موهڻو،
۽ ٻيو
منهنجيءَ دِل وانگر لهوءَ ۾ لويل.

( 'اَڪ جون ڦلڙيون، پيچ پِني' - ص 34)



مون سَپنو ڏٺو هو تہ تُون اچي رهِي آهين؛
اُهو سپنو پِڻائيءَ جي وايُن ۾ هو؛

اُنهن گلابن جي گُلن ۾ هو، جي توکان سواءِ ٽڙي اَجايا ٿي لڳا،
سج لٿي جو ويندڙ ڏورن جي چَنگن چٽن ۾ هو،
جن جي لارَ اُن ڌرتيءَ تي پُري رهي آهي،
جنهن تي انڌيرو ڇانئجي چُڪو آهي؛
سَپنو، جو اُن جي سَرءُ جي واءَ ۾ آهي،
جو بسنت جي ڳوڙها ۾،
وائڙو ٿِري رهيو آهي.                ( 'راج گهاٽ تي چنڊ' – ص 140)



اي پوپٽي هيرانندائي!
تُون سنڌيت ۾ زنده آهين،
جي تُون موت کي شڪست نه ٿِي،
ڏئي سگهين،
ته موتُ به توکي شڪست
ڏِئي نه ٿو سگهي.                ( 'جر ڏيئا جهمڪن' – ص 179)

## ڪتبو

"هتي اُهو سُتل آهي،
جنهن وٽ
هزارين گيتَ ها،
جي هُو لِکي نه سگهيو،
اي آسمان!
هُن کي ڏسي
توکي ساڙُ ٿيندو هو،
ته هِي ڪيرُ ٿيندو آهي،
مُنهنجن بادلن کان
وڌيڪ گيت رکڻ وارو!
هي ڪير ٿيندو آهي،
جنهن کي منهنجن ستارن کان به
گهڻا سازَ آهن،
جي اڄ تائين وڄندا ٿا رهن،

مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!

نہ ڄاڻان
ڪيستائين وَڄندا رهندا." ( 'سر لوهيڙا ڳيتا' - ص 400)

☐ **پروليون** نالي هڪ نئين صنف پڻ شيخ اياز، سنڌي شاعريءَ ۾ متعارف ڪرائي آهي. هندستاني شاعريءَ ۾ 'پهيليون' امير خُسروءَ سان منسوب آهن، جن کي اردو شاعرن 'دو سخنو' پڻ سڏيو آهي. اياز جون پروليون، لڳ ڀڳ امير خسروءَ واري فارم ۾ چيل آهن، پر اُنهن جي مواد ۾ جِدت جي جهَلڪ موجود آهي.

"هَر هَر انڌياريءَ اوجهڙ ۾،
"سياري راتِ اُنهيءَ جو ليئو-"
"ڇا سَکي، ساجن؟"
"اُونهون، اُون هون،
"اي سکي، ڏيئو."
"جهُڙ ڦُڙ ميگهہ ملارَ اُنهيءَ سان،
"اُن جي آئي، پيائي جَل ٿلُ-"

-

"ڇا سِکي، ساجن؟"
"اُون هون، اُون هون،
"اي سکي، بادل." ( 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 99)
"جنهن بِن ڪانہ سَري اي سَرتي!
"جيءَ جيءَ تي جنهن جو جادُو-"
"ڇا سکي، ساجن؟"
"اُون هون، اُون هون،
اي سکي، سِنڌُو."

-

"هُن سان پريتِ نہ لائي ڪوئي،
"پريتِ ڪري مون پيڙا ورتي-"
"ڇا سِکي، ساجن؟"
"اُون هون، اُون هون،
"اي سِکي، ڌرتي."
( 'وڄون وسڻ آئيون' - ص 200)

## ☐ منظوم ڊراما/ سنگيت ناٽڪ:

سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون **منظوم ڊرامو** (Opera) مرزا قليچ بيگ 1880ع ۾ 'ليليٰ مجنون' نالي لکيو هو. اُن بعد مشهور شاعر ارجن شادَ، منظوم ڊرامو 'ڏاهيون ڏک ڏسن' (1966ع) ۾ لکيو. هن ميدان ۾ اياز جا ٻہ منظوم ڊراما مشهور ٿيا: 'دودي سومري جو موت' ۽ 'رنيڪوٽ جا ڌاڙيل'.

آءٌ چاهيان ٿو تہ 'ڪي جو ٻيجل ٻوليو' شعري مجموعيَ ۾ ڇپيل اياز جي اِنهن ٻنهي منظوم ڊرامن بابت محمد ابراهيم جويي جي راءِ هتي پيش ڪريان:

> '**دودي سومري جو موت**' هڪ علامتي ڊرامو آهي، جنهن جا ڪردار پُراڻا بہ آهن ۽ هاڻوڪا بہ آهن. هيءُ ڊرامو، قومي جدوجهد جي پڙ تي زندگيءَ ۽ موت بابت ٻن مختلف نظرين جي عملي اظهار جو ڊرامو آهي، هڪ نظريو اهو، جنهن ۾ موت کان ايترو ڊپُ ۽ زندگيءَ لاءِ ايترو موهہُ آهي، جو انسانُ هر قيمت تي جيئڻ ۽ جيئڻَ جو لطف وٺڻ گهُري ٿو: عزت ۽ ذلت توڙي ٻيو ڪو اخلاقي قدر، انفرادي توڙي اجتماعي نوعَ جو، هن لاءِ اِن سلسلي ۾ بي معنيٰ ٿين ٿا: ٻيو نظريو اهو، جنهن ۾ زندگيءَ لاءِ ايترو پيارُ ۽ پاڻهم ۽ موت کان ايتري بي پرواهي ۽ بي اونائي آهي، جو جيئڻ لاءِ جيڪڏهن ماڻهوءَ کي مرڻو بہ پوي ٿو، تہ بيڌڙڪ موت جي مُنهن ۾ هليو وڃي. زندگيءَ جي سُهڻين ۽ سُٺين شين کي ٻنهي مَنورتين وارا ماڻهو چاهين ٿا- پر هڪڙا، اُنهن شين کي مُفت ۾ ائين ماڻڻ گهُرن ٿا. جيئن اهي آهن يا ڪين مُيسر ٿِين: ٻيا اهي، جيڪي پنهنجيءَ جاکوڙ سان زندگيءَ کي وڌيڪ سُهڻو ۽ سُٺو بنائڻ بہ گهُرن ٿا تہ جيئن ڪين تِنهان ئي وڌيڪ سُهڻيون ۽ سُٺيون شيون ماڻڻ لاءِ مِلي سگهن، ۽ اُن جاکوڙ ۽ جدوجهد ۾ ڪين جيئڻ جو اهوئي رَسُ مِلي ٿو، جيڪو خُود اُنهن شين جي ماڻڻ مان ڪين ملي ٿو. چنيسر جو مَنُ، موت جي خوف ۾ ورتل آهي، ۽ هو

*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

عزت جي موت کان ذِلت جي زندگي بهتر سمجهي ٿو، ۽ گيديءَ وانگر ڏهه ڏهه ڀيرا موتِ مَري به زنده رهڻ گهَري ٿو.... ( 'ڪي جو ڀيجل ٻوليو' مهاڳ- ص 20-21)

"ڏاهــــپَ جو آ ڏسُ اهـــــوئــــــي-
جيئـڻ جهـــڙو جَسُ نــه ڪـوئـي."
هــر شـــيءِ اَچڻــي وَيڻــي آهـــي،
هــر شــيءِ ڀــيــري ڀــيڻـي آهــي؛
جيــــڪــي آهــي ســـــو هي پَلُ آ،
مـــوتُ اَٽـــل آ، مـــــوتُ اَٽـــل آ.

( 'ڪي جو ڀيجل ٻوليو' – ض 11)

مـــــــوتُ ائـــين آ هُنَ جي مَنَ ۾،
چـِـچِّـڙُ جِــيــئـن ڪُتـَي جي ڪَنَ ۾.

( 'ڪي جو ڀيجل ٻوليو' – ص 27)

جويو صاحب، دودي جي ڪردار جو بيان ڪندي لکي ٿو:
"ٻئي پاسي دودو آهي، جو زندگيءَ جو سرواڻ ۽ اُن جو معماز آهي، ۽ هُو زندگيءَ جي حالَ ۽ مستقبل جي بقا ۽ بهتريءَ لاءِ موتَ ضروري سمجهي، کِلندي ۽ خُوش ٿيندي، پاڻ کي موت جي مُنهن ۾ اُڇلي ڇڏي ٿو. اُنهيءَ لاءِ ته زندگيءَ جو سلسلو قائم رهي، وڌي ۽ اُن ۾ وڌيڪ حسن پيدا ٿئي."

( 'ڪي جو ڀيجل ٻوليو' مهاڳ- ص 20-21)

هــر روز پـتـنـگـا جَرڪـن تـــا،
ڏِسُ، ڏيــئـــي لاٽَ اُئــين ئـــي آ!
هـڪ جوت ٻُجهـي، ٻــي جوتِ جلي،
هر وقـت جهَروڪا جهَرڪـن تـا-
ڏِسُ، ڏيــئـــي لاٽَ اُئــين ئـــي آ!
هـر اُونـدهـه ۾، هـر اَوجهـــڙَ ۾،
ڪي مـاٺهُو مُرڪـن، مَرڪـن تـا-
ڏِسُ، ڏيــئـــي لاٽَ اُئــين ئـــي آ!
ڏِسُ، ڏيــئـــي لاٽَ اُئــين ئـــي آ!

( 'ڪي جو ڀيجل ٻوليو' – ص 36)

شيخ اياز جي ٻئي منظوم ڊرامي، 'رني ڪوٽ جا ڌاڙيل' جي بـاري ۾ ساڃَّئي ئي ڪتاب 'ڪي جو ڀيجل ٻوليو' جي مهاڳ ۾، محمد ابراهيم جويو لکي ٿو:

"اياز جو ٻيو منظوم ڊرامو، "رنيڪوٽ جا ڌاڙيل"، پڻ هڪ علامتي ڊرامو آهي، جنهن ۾ پڻ طبقاتي جدوجهد جي پڌرَ تي، زندگيءَ ۽ موت جي ساڃَّين ٻن متضاد نظرين جو عملي اظهار ٿيل آهي، اُن جا ڪردار– ولهار ۽ وينگس، ۽ آڊو، ڪاڍو ۽ ڏاڍو– ٻـ ڪي رڳو پُراڻي جُڳ جا يا لکل ڪردار نـ آهن، پڙهڻ سان چوڏاري هرڪو اُنهن کي پنهنجي آسپاس ڏِسِي ۽ سُڃاڻي سگهي ٿـو. وينگس کي سنڌ جي سُونهن ۽ سوڀيا، ۽ وَلهار کي سنڌ جي آباديءَ ۽ خُوشحاليءَ، ۽ آڊي، ڪاڍي ۽ ڏاڍي کي اُنهن جي دشمن ڪردارن، مثلاً: سامراج، جاگيردار ۽ سرمايـ دار، جي صورت چئي سگهجي ٿي." ('ڪي جو ڀيجل ٻوليو' مهاڳ– ص 22)

ولهار (آڪاس ڏانهن ڏسندي–)

هـي جيــڪــو بـي انـتُ لـڳي ٿــو،  
ڪــيــڏو جويــن ونــتُ لــڳي ٿـــو!  
هـي مــاٿـهــوءَ جنِـن جهُرٽـو نـاهــي،  
ڪِڻ پُنــگــر جِنــن پُرٽــو نــاهــي.  
تــارا پــيــــڇِي، تــارا آڳـــــي،  
جيءُ سُمهي، جڳ سـارو جـــاڳــي.  
ڪـنـهـن هِي مـنـڊُ بـڻـايـو آهـي،  
ســـارو ســـانـڱُ رچايــو آهـــي؟  
هــيءَ متّــي، جا پــيــر– پـٽـي آ،  
'نانهن' منجهان ڪئن "آنهن" بڻي آ!  
پُوري آهـــي، نــاَســـي آهـــي،  
آدي آ، اَبــنــاســـي آهـــي،  
ڳاڙهــي آهـــي، پــيــلــي آهــي،  
ڪــيـڏي رنـگ رنـگيـلـي آهــي!  
('ڪي جو ڀيجل ٻوليو' – ص 39-40)

آڏو:

مـــان آڏو هـــان، مـــــان آڏو هـــان،
پَر مـــــان ڏاڍي کـــــان ڏاڍو هـــان،
پـــيـــچ پـنـــيءَ جو نُور لُٽـــيـــو مـــون،
ســانجهـيءَ جو ســيـندورُ لُٽـيـو مُون،
( ’کي جو پيچل پوليو‘ - ص 44)

ڪاڏو:

ڏاڍو بـيـــشـــڪ ڏاڍو آهـي،
هـــا، پـــر آقـــا آڏو آهـــي.

ڏاڏو:

ڏيلُ تہ منهنجو ڏاڍو آهي،
هـــا، پـــر آقـــا آڏو آهـــي.

( ’کي جو پيچل پوليو‘ - ص 47)

اياز، جهڙيءَ ريت سنڌي شاعريءَ جي وساريل صنفن کي نئين زندگي بخشي آهي، اهڙيءَ ريت هن منظوم ڊرامن/ سنگيت ناٽڪن ذريعي پنهنجي تاريخي ۽ تهذيبي ورثي جي جيارڻ جي ڪوشس ڪئي آهي.

اياز جو ٽيون سنگيت ناٽڪ، ’**ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي**‘ آهي، جيڪو هن 1970ع کان اڳ لکڻ شروع ڪيو هو ۽ 1971ع ڌاري اُن جو پهريون منظر لکي پورو ڪيو هئائين. 1971ع وارو سال، شيخ اياز سينٽرل جيل سکر ۾ سرڪاري مهمان ٿي گهاريو ۽ اُتي هِن هڪ ماڻهوءَ کي ڦاسيءَ تي چڙهندي ڏٺو، جنهن جو هُن ايترو تہ اثر ورتو، جو جيل کان ٻاهر نڪرندي ئي هن هيءُ سنگيت ناٽڪ مڪمل ڪري ورتو. اياز جا سنگيت ناٽڪ ۽ اُنهن جا موضوعَ سنڌ ۽ برصغير جي تاريخي ۽ ثقافتي ورثي جو لازوال حصو آهن. هن جي سنگيت ناٽڪ، ’ڀڳت سنگهہ‘ جو موضوع، نہ رڳو فعالُ ۽ لافاني آهي، پر اُن ۾ هِن پوري دور جو تاريخي ۽ سياسي پسمنظر پڻ سمايو آهي:

هـــي راءِ بـــهـــــادر، هـــا، هـــا، هـــا
هـــي خان بـــهـــــادر، هـــا هـــا هـــا!
هـــي ويـــهـــي روز فـــرنـــگـــيءَ ســـان،
ســـپ ڪـــارا، پُـــوري پـنـــگـــيءَ ســـان،
ڪـــو نـــاهـــُ نـــگيءَ جو نـــاهـــن تـــا،

مان ورتو هان، مان ورتو هان!

چا سوچن ٿا، چا چاهن ٿا،
سَوَ ٽُنَ ڪري هي نوڳيئڙا،
ڦانون اُنهن جا ڪوريئڙا،
جي پنهنجا چار وِڇائن ٿا،
۽ ديسُ سڄو ڦاسائن ٿا!
( ’پڳت سنگهه کي ڦاسي‘ - ص 243)

ڦاسيءَ کان اڳ، پڳت سنگهه، راج گُرو ۽ سُکديو، ڳائيندا، ڦاسي گهاٽ ڏانهن وڃن ٿا:

جئه جنني، جَنم ڀُومي!
تُنهنجيءَ گود اَمرتا آڇي،
مٽيءَ کي مرِيادا آڇي،
تُنهنجي لاءِ مري مُون ماتا،
جنم جنم جا مارگ پاتا!
جئه جئه جَنني، جئه جئه جيجي،
جئه جئه ڌرتي، جئه جئه ڌرتي!
جَئه جنني، جَنم ڀُومي!
( ’پڳت سنگهه کي ڦاسي‘ - ص 62)

❑ **ترائيل**، فرينچ شاعريءَ جي صنف آهي، جتان اِهو گهاڙيٽو اُردوءَ ذريعي سنڌي شاعريءَ ۾ وارد ٿيو. مغربي صنفن جا هيئتي تجربا، سنڌي شاعريءَ ۾ متعارف ڪرائڻ ۾ نارائڻ شيام ۽ اياز جو وڏو ڪردار آهي. سنڌيءَ ۾ نارائڻ شيام، تمام گهٽا، سُٺا ۽ ڪامياب ترائيل لکيا آهن، جن ۾ اياز چواڻي: هُو ’ڪن رس‘ پيدا ڪري سگهيو آهي. هري دلگير، هريڪانت ۽ امداد حسينيءَ به ڪامياب ترائيل لکيا آهن.

شيخ اياز جو هڪ پورو ڪتاب ’چنڊ ڳليون‘ ترائيلن تي مشتمل آهي. اُن کان اڳ، هريڪانت جي ترائيلن جو هڪ مختصر مجموعو، ’پرهه کان پهرين‘ عنوان سان ڇپيو هو. (اردوءَ ۽ سنڌيءَ ۾ اڪثر ترائيل، مخصوص وزنن [فاعلاتن، فعلاتن، فعلاتن، فَعلن، ۽ مفاعلن، فعلاتن، مفاعلن، فعلن] تي لکيا ويا آهن، پر ايازَ پهريون ڀيرو تجرباتي طور ٻيا وزن به ڪم آندا آهن ۽ ترائيل جي مخصوص گهاڙيٽي ۾ به تبديلي ڪئي آهي؛ جو تہ اياز خُود اِن راءِ جو آهي تہ: ”تجربو ڪامياب ٿيو تہ اسان اُن کي سنڌي ٻٹائي سگهنداسين...

جيڪڏهن ڪَنَ- رس کي پسند اچي ته قبول ڪيو وڃي ۽ جي نه اچي ته پلي رد ڪيو وڃي." ( 'چنڊ ڳليون' مهاڳ- ص 9-10)

منهنجيءَ نظر ۾، سنڌي شاعريءَ ۾ نارائڻ شيام، هريڪانت ۽ اياز، ترائيل جي تجربي ۾ ڪامياب ويا آهن، پر اياز، ترائيل جي گهاڙيٽي ۾ تبديلي ڪري، اُن کي وڌيڪ آسان، وڌيڪ مُترنم ۽ وڌيڪ وسيع بنايو آهي. ترائيل به نظمَ جو هڪ قسم ئي آهي. اٺن سٽن جو هيءُ گهاڙيٽو، وراڻيءَ جي ڪري مترنم ۽ اثرائتو ٿي پيو آهي:

رات جو پويون پَهر، هيءَ ستارن پُڏَتَر،
پو به رابيل اڃي جان ڏني خُوشبو تنهنجي!
ٿي پوي ماڪَ گُلابن تي هَوا مان هَر هَر،
دل چوي ٿي ته مِلين ڪاش ڪٿي تون پيهر.

تو پوي وهم ته تو آهه ڏنو دَستڪ دَرُ!
ٿي اچي واءُ مَنجهان چڻ پِني خُوشبو تنهنجي!
تُون ٿِڙي آنهه ڪٿي؟ ڪَيئن چوان مان؟ ها، پَرَ...
دل چوي ٿي ته مِلين ڪاش ڪٿي تون پيهرَ!

( 'چنڊ ڳليون' - ص 12)



مِلين ته اَڄ ئي ملي وڃ، سُيان هُجان نه هُجان!
خبر نه آهه، گهٽا ڏينهن زندگي آهي!
سُياٽي سڄُ نه نِڪري متان گهٽائن مان،
سُياٽي ٽهڪ نه پُڌجن متان فضائن مان،

سُياٽي مَهڪ نه ايندي اُنين هوائن مان،
اچين ته راهه ۾ رابيلَ اڄ ٽِڙي آهي،
وري سُڳنڌ اُئين پِي اچي ڪڏهن نه متان!
مِلين ته اڄ ئي مِلي وڃ، سُيان هُجان نه هُجان!

( 'چنڊ ڳليون' - ص 33)

❑ **سانيٽ:** جديد سنڌي شاعريءَ ۾ مغربي صنفن جي متعارف ڪرائڻ وارن شاعرن ۾ شيخ اياز، نارائڻ شيام، هري دلگير ۽ شيخ راز جا نالا اهميت رکن ٿا. سانيٽ جي صنف پڻ آزاد نظم سان گڏ سنڌي شاعريءَ ۾ متعارف ٿي. نارائڻ شيام ترائيل سان گڏ سانيٽ ۾ ڪامياب تجربا ڪيا، ۽ هن سانيٽ

*مان ورڻو هان، مان ورڻو هان!*

ڪي 'چوڏسيءَ' جو نالو ڏنو. پر اياز، سانيٽ جي تجربي ۾ نارائڻ شيام ڪي ڪامياب نہ سڏيو آهي ۽ خود بہ سانيٽ نہ چيا آهن؛ شايد سانيٽ جي 14 سٽن واري پيچيدي پابنديءَ ڪي اياز جي طبيعت قبول نہ ڪيو. سندس ڪتاب 'پؤنر پري آڪاس' ۾ هڪ اهڙو نظم موجود آهي، جيڪو سانيٽ واريءَ سٽاءَ تي لکيل آهي، ۽ جنهن کي ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ 'سانيٽ' ۾ شمار ڪيو آهي، پر منهنجيءَ نظر ۾ اهو سانيٽ نہ آهي؛ ڇو تہ سانيٽ ۾ چئن چئن سٽن جا ٽي بند (stanzas) ۽ هڪ بند يا آخري مصرع (stanza) ٻن سٽن جي ٿيندي آهي؛ جڏهن تہ اياز جو هيءُ نظم ڏهن سٽن تي مشتمل آهي. هيءُ نظم، ٿي سگهي ٿو تہ اياز سانيٽ جي سٽاءَ ۽ انداز ۾ لکڻ چاهيو هجي، پر اُن جي سٽاءَ ۽ هيئت جي پورٽتا نہ ڪري سگهڻ سبب، هُن هيءَ صنف لکڻ ئي مناسب نہ سمجهي- شيخ اياز جو اهو نظم هن ريت آهي:

سوچيو آهہ اُنهيءَ تي ڪڏهين هُنَ چاڪيءَ جي ڏاند،
اڪيون بہ هُن جون بند، تہ آهي جسم بہ هُن جو باند،
پُٺي سڄي آ هُن جي ڦٽ ڦٽ، سَٽ سَٽ جي آ راند-
سوچيو آهہ اُنهيءَ تي ڪڏهين، هُن چاڪيءَ جي ڏاند!

رُکي سُکيءَ تي راضي آهي، تتيءَ ٺڌيءَ پيو ڪاهي،
ڦٽ ڦٽ جو هِي عادي آهي، ڪِٽ پِٽ هن ۾ ناهي؛
او شل! سينوَ ساهي، پاڄاري لاهي، سانباهي،
ٿُونهي تي ٿُونهي سان هِن چاڪيءَ جي چڪرِ ڊاهي.

آخر ڪيسين جڳ جي جانٻهہ اُونڌي اِيئن گهلبي؟
ڪيسين اِئن بيدرديءَ سان ڌرتيءَ جي ڇاتي چِلبي!

☐ **قطعا ۽ چوسٽا:** قطعو ٻن، چئن يا ان کان وڌيڪ سٽن تي مشتمل ٿيندو آهي. قطعي ۾ 'مطلع' هئڻ ضروري نہ هوندو آهي، پر اُن جي هر بند جي ٻي سٽ لازمي طرح هم قافيي هوندي آهي. قطعو اصل ۾ غزل جو هڪ ٽڪرو بہ ٿي سگهي ٿو. سنڌيءَ ۾ گهڻي ڀاڱي چئن سٽن تي مشتمل قطعا لکيا ويا آهن. اياز جي سموري شاعريءَ ۾ مون کي صرف 16 قطعا نظر آيا آهن، جيڪي 'پؤنر پري آڪاس' ۾ موجود آهن، ۽ اُهي عروضي بحر وزن ۾ چيل آهن. ٻهريون قطعو، مطلع کان سواءِ 16 سٽن تي مشتمل آهي، جيڪو غزل بہ چئي سگهجي ٿو ۽ مواد جي لحاظ کان نظم ۾ بہ شمار ڪري سگهجي ٿو.

هڪ قطعو 10 سٽن جو، هڪ 8 اٺن سٽن تي مشتمل، چار ٽِن سٽن جا ۽ باقي ڇئن سٽن تي رچيل آهن. اياز جا هي قطعا سندس اوائلي شاعريءَ ۾ شامل آهن،.اُن ڪري انهن ۾ ڪٿي ڪٿي زير آضافت ۽ فارسي عربي لفظ اچي وڃن ٿا، پر سندس سمورا قطعا فڪر انگيز آهن.

نـہ ڇڏيـو آهـہ مـــاٺـهـــپـــو ۽ مُرڪَ،
گـــرچہ هَهـــڙا تـبــاهـہ حـــال آهـيـــون:
هـر زمـــانـــي جي نـــاشـــنـــاسـيءَ جي،
چوٽ ڪـــائـــي بـہ بـــاڪـمـــال آهـيـــون!
( 'پوٺر پري آڪاس' – ص 181)

مُنهنجي هستي، منهنجي مستي! سان ملي،
ڪنهن الستي حُسن جي پُٽ تان پِئي؛
دُور پـهــتـــي، آســـمـــانــن تــي چڙهي،
راتــــڙيـــن ۾ چنـــڊ تـــارن جي رئي؛
۽ پـــوٺـــر جي سُواس، گُل جي واس ۾،
چڻ پرهـہ جي هـيـــر جئـن آئـي وئـي-
ڪـو هَوس نـاهـيـمِ، شـــاعـــر هـان ايـازَ،
مـنـهـنجي مـن ڪيِ آهـہ دولـت اٿـمـئِي!
( 'پوٺر پري آڪاس' – ص 182)

باٽَ بَهہ بَهہ ڪٿي پُنيي ۾ ڪلهہ،
مون جهَليا پنهنجي جهُول ۾ جُڳنو،
ٿـي پـريـا چڻ ٿِمي ٿِمي آنـــو.
( 'پوٺر پري آڪاس' – ص 183)

جديد سنڌي شاعريءَ ۾ قطعي واري چوُسـٽي فـارم ۾ چيل اڪثـر شاعريءَ کي 'چوُسـٽا' ئي سڏيو ويو آهي- اياز پڻ اوائلي قطعن بعد **چوُسٽا** چيا آهن، جيڪي بہ هُن پوئين دور ۾ ماترڪ- ڇند ۾ لکيا آهن. اياز جا اهڙا 90 کن چوُسٽا، سندس ڪتاب 'ڪونجون ڪرڪن روهہ ۾' موجود آهن، جيڪي هُن سلطان باهوءَ جي وحدت الوجودي رنگ واري شاعِريءَ جي اثر هيٺ چيا آهن. ايازَ ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو:

"باهوءَ چوسٽا بـہ لکيا آهن، پنجابيءَ ۾ دوها بـہ سٽا
بـہ هوندا آهن، جيئن فريد شڪر گنج جا دوها آهن، ۽

چوسٽا بہ هوندا آهن، جيئن سلطان باهوءَ جا آهن.
باهوءَ جي هر سٽ جو پوييون لفظ 'هُو' آهي، جو
انساني روح کي ڪٿان جو ڪٿي تو پهچائي ڇڏي،
مُون هردوهي ۾ 'هو' بہ لکيو آهي."
('پوٺر پري آڪاس' – ص 14)

اياز 16 چؤسٽن کي ڇڏي، باقي 76 چؤسٽن ۾ 'هُو' جو انتهائي خوبصورت استعمال ڪيو آهي:

سُورج مُکي جي کيت جيان مان ننڊ کيان تو، هُو
سجَ اُڀرئي کان اڳ ۾ ئي جا لاءِ اُٿان تو، هُو
سجِ اُڀري تو دُور اُفق ۾، آءٌ ڏسان تو، هُو
تُون جا چاٺين، آءٌ عبادت کيئن کيان تو، هُو.
('پوٺر پري آڪاس' – ص 21)

اَنُ جڏهن ايمانُ تئي تو، رَبُ تئي تو ماني، هُو،
هيءَ صدي گذري ويئي جا آهہ رڳو ناداني، هُو
هيئن ڪڏهن اڳ ۾ ماڻهو لئہ تي آ ماني ڪاني؟ هُو
هيئن ڪڏهن اڳ ۾ ماڻهوءَ جي، جيءَ نہ ڳوليو جاني! هو.
('پوٺر پري آڪاس' – ص 25)

اياز جي هڪ اهڙي چؤسٽي جو مثالَ، جنهن ۾ هَن 'هُو' جو استعمال نہ ڪيو آهي، پر 'باهُوءَ' سان مخاطب ضرور آهي:

باهُو آهن مينهن ڦُڙين جئن، تو وٽ ڪيئي ڪتابَ، اَلا!
ڪونہَ سُوالَ سَلِن تا توکي، تن جا ڪي بہ جوابَ، الا!
آءٌ، سَڏيو وَهندِيءَ نَديءَ ۾، آ توکي مهتابَ، الا!
باهُو، سنگُ ڪرين جي سمجهي، چو تين خُوارُ خراب، الا!

☐ **چهہ سٽا:** سنڌي شاعريءَ ۾ اڪثر روايتي نظم، مسدس يعني ڇهہ سٽا لکيا ويا آهن. ڪيترن جديد شاعرن جا جديد نظم پڻ مسدس واري روپ ۾ لکيل آهن؛ خاص ڪري ابراهيم منشيءَ، سروپچ سجاوليءَ، راشد مورائيءَ ۽ ٻين شاعرن جا ڍگها نظم، مسدس واري هيئت ۾ ئي لکيا ويا آهن، جن مان اڪثر ماترڪ ڇند تي رچيل آهن. قديم هندي شعري صنف 'ڪنڊليءَ' کي ڪجهہ ترميم ۽ تبديلَ سان مير محمد پيرزادي ۽ تاج جويي 'چِتاري' جي نئين نالي سان لکڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سنڌن اِهو تجربو ايڏو ڪامياب

نہ ٿي سگهيو. پر شيخ اياز، پنهنجي ڪتاب ’رڻ تي رم جهم‘ ۾ ’اوسپنا، سپني جا سپنا‘ عنوان سان هڪ طويل ڇهہ سٽو نظم، هڪ نئينءَ هيئت ۽ گهاڙيٽي ۾، نئين وزن ۽ ردم ۾ رچيو آهي، جيڪو ڪتاب جي 40 صفحن تي مشتمل آهي، ۽ هر صفحي تي ٻہ ٻہ ڇهہ سٽا، تسلسل سان ڏنل آهن؛ پر اُنهن مان هر ڇهہ سٽو، ڌار روپ ۾ هڪ مڪمل نظم بہ آهي. هنن ڇهن سٽن جو بحر وزن ’فاعلن مفاعيلن‘ آهي، پر اُنهن جو ردم، گهاڙيٽو، ننڍڙي بحر جو استعمال، خيال جي ڳوڙهائي ۽ حُسنڪاري، موهيندڙ ۽ مست ڪندڙ آهي. هيءَ هيئت، نجُ ايازَ جي تخليق آهي، جيڪا فطري لڳي ٿي ۽ اُن ۾ ڪا بہ مصنوعيت ۽ ڊڪاٽڪي نہ آهي. ايازُ شاعريءَ ۾ مختلف قسمن جي تجربن جو نہ رڳو قائل پر ڪاريگر بہ هو، ليڪن تجربن ۾ شاعري ڪرڻ جو حامي نہ هو؛ ڇو تہ تجربو، تجربو هوندو آهي، اُهو اِٺمت ۽ الهامي شيءِ نہ هوندو آهي، تجربو ناڪام بہ ٿي سگهي ٿو، پر فنّ ۽ زندگي، هن جي نظر ۾ تجربن جي دم سان ئي قائم ۽ دائم آهن.

جهُومندڙ هوائن ۾،
راتِ ڄام شوري جي،
ڪنهن رباب وانگر آ؛
عُمرِ ائن اُڏامي ٿي،
جڻ پکي پَرن تي آ،
وقت خَوابَ وانگر آ.
(ص: 89)

تُنهنجا هٿَ چُمين ڪان پو
جڻ ٽڙي پيا آهن،
مينهن ۾ گُلابن جئن؛
ڪائنات گُونجي ٿي،
ڇا وَڄي رهيو آهي،
روحَ ۾ رَبابن جئن!
(ص 100)

مُون تذهن بہ ڄاتو هو،
لاڙَ جي هَوائن جئن
مان ڪڏهن هليو ويندس؛

---
*مان ورتو هان، مان ورتو هان!*

زَردُ ڦُولَ پَبِرن جا،
واتَ تي چِٽِي پُوندا،
مان جڏهن هليو ويندس.

( 'رڻ تي رم جهم' - ص 126)

□ **هائيڪو ۽ ٽه سٽا:** هائيڪو، جپاني شاعريءَ جي خوبصورت ۽ من موهيندڙ صنف آهي، سنڌي شاعرن ۾ نارائڻ شيامُ، شيخ اياز ۽ تنوير عباسي اهڙا شاعر آهن، جيڪي هن جپاني گهاڙيٽي واريءَ شاعريءَ جي گهرائيءَ کي رسي سگهيا آهن. هنن جديد سنڌي شاعريءَ ۾ هن نئين صنف جو اَضافو ڪري، سنڌي شاعريءَ کي نئون حُسن ۽ جوبن بخشيو آهي ۽ اُن جي اصلي روح کي قائم رکيو آهي. هائيڪو، تنوير عباسيءَ جي لفظن ۾ "هڪ عڪس آهي، جذبي سان ڀريل عڪس، هائيڪو، اُهو معروضي عڪس آهي، جيڪو ڪنهن 'وٿ' (object) کي وقت ۽ ماڳ (time & space) ۾ متعين ٿو ڪري، ۽ اُن ۾ موسم (season) جو عنصر ضروري آهي. اُن جو گهاڙيٽو آهي، 5+7+5 اُچار [پَدَ]، ۽ پهرينءَ ۽ پوئينءَ سٽَ جو قافيو ساڳيو هوندو آهي."

( 'بوند لهرون سمنڊ' مهاڳ- ص 47-46)

هائيڪي بابت جپاني شاعر ڪيوشو جو چوڻ آهي ته:

"هائيڪو هڪ خاص موقعي ۽ مقام تي، هڪ خاص لمحي کي گرفت ۾ وٺڻ جو نالو آهي. جيڪڏهن اُهو پل قابو ۾ نه اچي ته هائيڪو جو سچو تاثر ضايع ٿيو وڃي." (حوالو: هائيڪو شيخ اياز جا: حميد سبزوئي: ص 15)

شيخ ايازَ ابتدا ۾ اردوءَ ۾ هائيڪو لکيا هئا، ۽ تنوير عباسيءَ سنڌيءَ ۾ هائيڪو لکيا هئا، پر اُهي عروضي بحر وزن ۾ هئا؛ جڏهن ته ماترڪ ڇند ۾ هائيڪو لکڻ ۽ اُن جي مقرر صورت ۽ هيئت متعين ڪرڻ وارو نارائڻ شيام هو؛ اُن ڪري سنڌيءَ ۾ هائيڪو جو حقيقي باني نارائڻ شيام آهي. اياز، ابتدا ۾ هائيڪو کي بيتَ جي هيئت سان هتچراند سڏيو هو، پر اڳتي هلي جڏهن اياز، خُود هن صنف کي ڇُهيو ته ڇيريءَ جي هن گُلَ جو حُسن تبديل ڪري ڇڏيائين ۽ اُن کي پيرونءَ ۽ پُسيءَ جي ديس جو وَڻ ۽ ويسُ اوڍائي ڇڏيائين؛ ٻين لفظن ۾ ايئن چئجي ته اياز، هائيڪو کي گربيءَ جي سُٽڻ ۽ کهنبي رنگ رَئو پارائي، اُن کي نج ۽ نبار سنڌي صنف بنائي ڇڏيو.

اهڙيءَ ريت اياز، **ٽه- سٽا** به لکيا آهن، پر اُهي نہ سٽا، نه فارسيءَ جا مستزاد آهن، نه اُردوءَ جا ثلاثي، نه پنجابيءَ جا ماهيا آهن ۽ نه وري پشتو جا

---

*مان ورٺو هان، مان ورٺو هان!*

ٽپا آهن؛ پر اُهي نج سنڌي ٽـ- سٽا آهن. شيخ اَياز جا ٽـ سٽا، پنهنجو انفرادي حُسن رکن ٿا، جيکي گهڻو ڪري سنڌس هائيڪن وانگر ماترائن/ ماترڪ ڇند يعني سنڌي بيت جي مقبول عام فارم ۽ وزن تي لکيل آهن، اياز جا ٻه مڪمل مجموعا: 'پن ڇڻ پڇاڙان' (1985ع) ۽ 'ميٺهن ڪٺيون' (1999ع) هائيڪن جا مجموعا آهن، جن ۾ هائيڪو ۽ ٽـ سٽا گڏيل آهن. اُن ڪان سواءِ سندس ٻين شاعريءَ جي مجموعن: 'واٽون ڦلن ڇانئيون' (جولاءِ 1985ع) ۾ 63 صفحا؛ 'چنڊ چنبيليءَ ول' (1985ع) ۾ 17 صفحا؛ 'رڻ تي رِم جهم' (1986ع) ۾ 15 صفحا، 'راج گهاٽ تي چنڊ' (1987ع) ۾ 14 صفحا؛ ۽ 'ٻَڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي' (1988ع) ۾ 07 صفحا ٽـ- سٽا شامل آهن، جن جو تعداد 330 ٿئي ٿو؛ پر اُنهن مان ڪيترا ٽِـ سٽا، نـ رڳو هائيڪو جي هيئت ۽ فارم جي لحاظ ڪان ساڳيائپ رکن ٿا، پر فن، فڪر ۽ پسمنظر جي لحاظ ڪان ڌار ڌار ڪيفيتون بـ رکن ٿا، ۽ ڪٿي ڪٿي تـ هائيڪو ۽ ٽِـ سٽي جو فرق بـ محسوس نـ ٿو ٿئي:

چَٺُ چَٺُ چِيـهـي ڪـي،
مـيـنـيءَ هـاٿـا پـيـرڙا،
تـانـگـر تـي نـ رڪـي.
(ص: 2)

آرس مـــوڙي انـــگَ،
اُنـڱـيءَ تـاڪـا تـوڙيـا،
جُوئـر ڪـچـا سـنـگَ!
('پن ڇڻ پُڇاڙان' - ص 8)

اياز جي ٻن ڪتابن، 'پن ڇڻ پُڇاڙان' ۽ 'واٽون ڦلن ڇانئيون' ۾ ڪيترا ساڳئي مطلع جي تڪرارَ توڙي مختلف هيئتي تبديلين وارا مسلسل هائيڪو موجود آهن، جن کي 'هائيڪو- نما نظم' چئي سگهجي ٿو. 'پن ڇڻ پُڇاڙان' ڪتاب ۾ ٽن، پنجن ۽ اٺن هائيڪن تي مشتمل اهڙا تي 'هائيڪو نما نظم' موجود آهن، جيڪي 'مطلع' جي خوبصورت تڪرارَ سان رَچيا ويا آهن، ۽ جن جو تتبع ڪيترن نوجوان شاعرن پڻ ڪيو آهي. اهي 'هائيڪو نما نظم' هي آهن:

(i) الا! اوءِ الا (5 مسلسل هائيڪو): ص 56-57

(ii) مارُوا! آءُ، ملير (3 مسلسل هائيڪو): ص 232

(iii) واويلا وٺڪار (8 مسلسل هائيڪو): ص 305-303

اُنهن مان مثال طور هڪ ’هائيڪو نُما نظم‘ پيش ڪجي ٿو:

مارُو! آءُ، مليرُ،
۽ هيءَ منهنجي شاعري،
جهڙو پاڪُ پَنيرُ!

مارُو! آءُ، مليرُ
۽ هيءَ منهنجي شاعري،
جهڙو اَمڙِ کيرُ.

مارُو! آءُ، مليرُ
مُون ۾ ڪيئي مارُئيون،
جن جي نيڻين نيرُ.

جڏهن ته ’واٽون ڦلن ڇانئيون‘ ڪتاب ۾ هيٺيان ست ’هائيڪو نما نظم‘ موجود آهن:

(i) آڪيان ڇا آئون (پنج مسلسل هائيڪو): ص 81-80
(ii) اَرهه سَرنگي نينگري (ٽي مسلسل هائيڪو): ص 32
(iii) (هرڻ- اکي ڪيڏانهن؟ (ٽي مسلسل هائيڪو): ص 83
(iv) اَمر ڪارونجهر (آٺ مسلسل هائيڪو): ص 85-84
(v) مُون سوچيو... (پنج مسلسل هائيڪو): ص 87-86
(vi) ڏينهن ته ڪا ورندي (پنج مسلسل هائيڪو): ص 89-88
(vii) اڄڪو آهين ٿُون (چار مسلسل هائيڪو): ص 90

هنن ’هائيڪو نما نظمن‘ ۾ ’آڪيان ڇا آئون‘، ’اَمر ڪارونجهر‘، ’ڏينهن ته ڪا ورندي‘، ’اڄڪو آهين ٿُون‘ جو سٽاءُ، ’پن ڇڻ پڇاڻان‘ ڪتاب ۾ موجود مسلسل هائيڪن تي مشتمل ’هائيڪو نما نظمن‘ وارو ساڳيو آهي، جن ۾ مطلع جي تڪرارَ سان تسلسل تاثر ۽ خيال جي وحدت قائم ڪئي وئي آهي؛ جڏهن ته باقي ٽن هائيڪو نما نظمن جو سِٽاءُ ۽ هيئت نه رڳو مختلف آهي، پر هڪبئي کان به ڌار آهي؛ يعني ٽنهي جو سٽاءُ، گهاڙيٽو، ڪيفيت ۽ تاثر هڪبئي کان مختلف ۽ منفرد آهن.

"اُرهہ سُرنگي.نينگري
ڳولين ڇا تي تون؟"
"ڇولين ساگر جون."

"اُرهہ سُرنگي نينگري،
ڳائين ڇا تي تُون؟"
"ٻوليون ساگر جون."

"اُرهہ سُرنگي نينگري
ساگر اُنتُ نہ پارُ!"
"ڪارو ڪارونيارُ!"

هن مسلسل هائيڪن تي مشتمل 'هائيڪو نُما نظم' جي انفراديت اِها آهي تہ ٻن سٽن ۾ سُوال ڪيل آهي ۽ هڪ سٽ ۾ جوابُ ڏنو ويو آهي؛ تنهن ڪان سواءِ عام هائيڪو جي وچين سٽ 13 ماترائن تي مشتمل هوندي آهي، جڏهن تہ پهرين ۽ ٽِين سِٽ 10 يا 11 ماترائن تي رَچيل هوندي آهي، پر هتي سٽاءَ ۽ هيئت ۾ تبديلي ڪئي وئي آهي، يعني پهرين سِٽ 13 ماترائن جي ۽ باقي ٻہ سٽون 10 يا 11 ماترائن تي رَچيون ويون آهن.

"هرڻ- اکي ڪيڏانهن؟"
"رائو سارو رُڃَ آ،
آءٌ وڃان تيڏانهن!"

"هرڻ اکي ڪيڏانهن؟"
"تترُ- ڪرڙِي اُبَّ ۾،
آءٌ وڃان تيڏانهن!"

"تَلَ اُتي تيڏانهن
سارِس ڪالهہ ڪَريتِيو،
هرڻ- اکي هيڏانهن!"

هن ٽن مسلسل هائيڪن تي مشتمل 'هائيڪو نما نظم' جو سٽاءُ ۽ هيئت وري اڳئين کان مختلف آهي. ٻن لاڳيتن هائيڪن ۾ هڪ سِٽ ۾ سُوال

ڪيل آهي، جيڪا سِٽَ پهرينءِ آهي ۽ 11 ماترائن تي مشتمل آهي، جڏهن ته جواب ٻن سٽن ۾ ڏنل آهي، ۽ اهي هائيڪو جي سٽاءَ موجب 13+11 ماترائن تي مشتمل آهن: هتي وري آخري هائيڪو ۾ 'هرڻ- اکيءَ' کي سِڌو خطابُ ٿيل آهي- اِئين هيءُ سٽاءُ، پنهنجي سُونهن ۾ گهاڙيٽو رکي ٿو.

اهڙيءَ ريت وري 'مون سوچيو...'، 'هائيڪو نما نظم' جو گهاڙيٽو ۽ سِٽاءُ، مٿين ٻنهي نظمن کان نه رڳو مختلف آهي، پر اُن جي ڪيفيت ۾ مواد به نئين نموني جو آهي:

مُون سـوچيـو "درياهـُ...
"ڪَپـر اڳيـان ڪيـتـرا،
"ڪـنـدو ڪُنَّ اَتـاهـ!"

مـون سـوچيـو "طوفانُ...
"پـاڙُون وڻَ پـٽـي وجهـي
"اهڙو ڪـو اِمـڪـانُ؟"

مُون سـوچيـو "تـارا...
"ڪيسين جهڙ جي جهاڳَ ۾
"ڏيـنـدا ڏيـکـارا؟"

مـون سـوچيـو "واريان...
"سـارو لِکيـو ليـکَ جـو،
يـا تـاڻـو تـاريـان؟"

تـو سـوچيـو "هُو مـاڳ
اچـڻـو آهـي اوچتـو
جاڳ اجا ڪُجهـ جاڳ!"

'ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي' ڪتاب جي سٽن صفحن تي 40 هائيڪو/ ته سٽا ڏنل آهن، پر نظم واري حصي ۾ به نَظم اهڙا آهن، جن کي پڻ آءٌ 'هائيڪو نما نظمن' جي دائري ۾ شامل ڪريان ٿو؛ جن مان هڪ نظمُ: 'مان ۽ منهنجي سار' (ص 142) ته مطلع جي تڪرار واري سٽاءَ ۾ رچيل آهي:

*مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!*

پر ص 141 تي ڏنل نظمَ جو سٽاءُ مختلف آهي، اُن ۾ ’مطلع‘ (پهرين سٽ) بدران پوئين پن سِٽن جي تڪرار سان، نظم جي رِدم ۾ هيئت کي وڌيڪ مترنم ۽ حسين بنايو ويو آهي:

وڻجارا! واپارا!؟
ڇَڏِ تہ ويڙهي ۾ وجان،
ڏونرا ڇِنان ڏار!

مُون مَنُ ماروءَ ڌار!
ڇَڏِ تہ ويڙهي ۾ وجان،
ڏونرا ڇِنان ڏارَ!

ڏَنّ نہ گهُرجي يارَ،
ڇَڏِ تہ ويڙهي ۾ وجان،
ڏونرا ڇِنان ڏارَ!

هي تُنهنجا ويچارَ!
ڇَڏِ تہ ويڙهي ۾ وجان،
ڏونرا ڇِنان ڏارَ!

اياز جي هائيڪن ۾ ٽن سٽن جو سِٽاءُ ۾ هيئت، ساڳي نارائڻ شيام واري آهي يعني 11+ 13+ 11 (يا 10+ 13+ 10)، پر ڪي ٿورا ٽہ سِٽا مختلف سٽاءَ ۾ بہ آهن. جهڙوڪ:

چا نہ ڪبير جي واڻي!
”رام ڪرشن مرندو ڏٺو
چارئي ويدَ ڪهاڻي.“

( ’راج گهاٽ تي چنڊ‘ – ص 123)

جِتن سَندءِ رُخسارَ يارَ
ڪَيستائين هي گلابَ؟
ڪيستائين هِي انارَ؟

( ’ميندهن ڪٺيون‘ – ص 91)

اياز جي هائيڪن ۾ ٽن سٽن ۾ امتياز ڪرڻ ڏاڍو مشڪل آهي، مختلف

مجموعن مان ڪجهہ چونڊ خوبصورت هائيڪو/ تہ ستا ڏجن ٿا:

نيڻن ڪٽورا،
تن مان پيئڻ ڏينهڙا
باقي ڪي ٿورا.

( 'رڻ تي رم جهم' - ص 137)

چا هي خالي جامُ،
پيهر پربو ڪينڪي؟
مري ويو خيامُ!

( 'چنڊ چنبيلي ول' - ص 117)

مان جو پکيءَ پَرُ،
ڪاش! هُجان اي ڪير ٿرَ
تو وانگر آسترُ!

( 'چنڊ چنبيلي ول' - ص 120)

ڏينهَن اَچانڪ ٿيءُ!
گذري ويندينءَ نيٺ تون،
راتِ، پيانڪ ٿيءُ!

(ص 13)

"ماڪ ڦُڙا ڪيڏانهن؟"
"هُو جي گُل گلابَ جا،
خُوشبو آ جيڏانهن!"

(ص 14)

ڏونئرن ڏارُ نہ پُل
توڙي تُنهنجو هائيڪو،
جهڙو چيريءَ گُل.

(ص 37)

چا جي. ايم. سيدُ
آهي تو وٽ اڳ جيان،
اڄ بہ مقيدُ؟

(ص 49)

---

*مان ورٿو هان، مان ورٿو هان!*

مُون جو چيو ”ڪيئن؟“ ،
گُلَ، ڦُڙن ۾ ماڪَ جي،
ٽِڙي چيو، ”هيئن!“

( ’مينهن ڪڻيون‘ – ص 57)

اياز جي مٿين هائيڪن ۾ تہ سٽن جو حُسين ۾ تهذيبي جوبن، فڪري پختگي ۾ اسلوب، سنڌي شاعريءَ ۾ اَڇوتو ۾ نئون آهي، جيڪو اياز جو ئي ڏِڪشن تي سگهي ٿو.

☐ شيخ اياز شعر جي هُنرمنديءَ جو وڏو ڪاريگر شاعر آهي. هن هڪڙو پورو ڪتاب **’ڏيڍ سٽن‘** جو لکيو آهي ۾ اها هيئت اياز جي پنهنجي نجَ تخليق آهي؛ جنهن ۾ هن وزن ۾ هيئت جي اهڙي نواڻ رکي آهي، جو آسي زمينيءَ ڪان وٺي وسيم سومري ۾ معشوق ڏاريجي تائين نوجوان شاعرن جو هڪ وڏو حلقو، ڏيڍ سٽن تي طبع آزمائي ڪري چُڪو آهي؛ ۾ انهن ۾ پنهنجن تجربن جو حُسن ۾ پوڳنائن جو بيان سمائي، اياز جي هٿ- ڇُهيل هن هيئت کي سنڌي شاعريءَ جي مقبول صنف بنائڻ ۾ ڪردار ادا ڪري رهيو آهي.

هن ڏيڍ سٽن جي هيئت بابت شيخ اياز خُود لکيو آهي تہ: ”هي ڏيڍ سٽا، فارسيءَ جي ’مستزاد‘ ۾ پنجابيءَ جي گيت ’ماهيا‘ جو ميل جول آهن، ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ نئين صنف آهن، جي آسانيءَ سان ڳائي سگهجن ٿا. اُنهن ۾ ڪجهہ ’مفعول مفاعيلن‘ ڪجهہ ’فاعلن مفاعلن‘، ڪجهہ ’مفعول فاعلاتن‘ جي وزن تي آهن ۾ ٿورا ماترائن جي حساب سان لکيا ويا آهن.“

( ’ننڊ وليون‘ مهاڳ- ص 26)

ڇا عُمر ڪيا ڏوڪا،
ڪنهن وقت ڪجورين تي تا ياد اَچن ڏوڪا.

( ’ننڊ وليون‘ – ص 27)

اڄ رات حويليءَ مان،
ڪيڏانهن وڃين پيئي، تون سڙڪ اڪيليءَ تان!

( ’ننڊ وليون‘ – ص 29)

ڪجهہ ڏينهن بهارن تي،
ايڏو تہ نہ پُل پوري، تون لالَ ليارن تي.

( ’ننڊ وليون‘ – ص 55)

ساجاهہَ صدين جي هان،
تون ڏاهہَ صدين جي آن، مان ڏاهہَ صدين جي هان.
( 'ننڊ وليون' – ص 70)

تو راڳُ ڀري ڀاري،
ڇَپڙيون تہ هندو ناهن، ڪو ڏرمُ نہ يڪتاري!
( 'ننڊ وليون' – ص 76)

هي ڏيڍ سٽا آهن،
جئن چنڊُ گَهٽائن ۾، هي ايئَن چٽا آهن.
( 'ننڊ وليون' – ص 81)

اياز جا نہ رڳو ڏيڍ سٽا، پر سندس هر شعري صنف، ڪوتا- گهٽائن ۾ چٽي چنڊ وانگر آهي. سراج ڪيڏو نہ دُرست لکيو آهي:

"اياز جي سڀ کان وڏي شاعرائي خوبي اِها آهي، جو هن جي فڪر ۽ خيالَ ۾ جيڪا لطافت يا رنگيني آهي، اُن لاءِ هُو لفظ بہ اهڙائي لطيف ۽ رنگين ئي استعمال ڪري، ۽ پوءِ اُن کي گهاڙيٽو ۽ هيئت بہ اهڙي ئي ڏئي، جيڪا اُن خيالَ جي لطافت سان هم آهنگ ٿِي ئي اچي."

( 'چنڊ چنبيلي ول' مهاڳ- ص 01)



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا **پَنَ** بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾**پَنَ** ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ **پَنَ** جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ **پَنَ** پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. **پَنَن** پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو **پَنَن** سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)